# شانِ حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم

## بزبانِ حق جل جلالہٗ

مؤلف
الحاج محمد اسلم ملک

سندیکار:
منور بٹ



# شانِ حُضُور

صلي اللّٰہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم

بزبانِ حق تعالیٰ جل جلالہ

كئي محمّد ﷺ سان تو وفا، تہ سي تنهنجا آهن
هي جهان آهي شئي ڪهڙي، لوح ۽ قلم بہ تنهنجا آهن.

---

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو شان

## الله تعاليٰ جل جلالهٗ جي زباني

اول الله عليم، اعليٰ عالم جو ڌڻي،
قادر پنهنجي قدرت سين، قائم آهي قديم،
والي، واحد، وحدہٗ، رازق، رب رحيم،
سو ساراهه سچو ڌڻي، چئي حمد حڪيم،
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح.

# اردو ڪتاب جو انتساب

مان هن ڪاوش کي جيڪا اصل ۾ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حضور ۾ هڪڙو عاجزانہ هديہ عقيدت آهي، پنهنجي پيرِ طريقت ولي نعمت حضرت صوفي غلام رسول رحمت الله تعاليٰ عليہ (اڇره، لاهور) جي نالي سان منسوب ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪريان ٿو جن جي نگاهہ جي فيض مون ۾ هن ڪتاب لکڻ جو جذبو پيدا ڪيو.

محمد اسلم ملڪ

# نعت شریف

| | | |
|---|---|---|
| تیری یاد بسکہ سعید ہے | | تیری دید پژدہ عید ہے |
| رخ تاباں شمع نور حق | | یہ کھلا کلام مجید ہے |
| تو بصیر و معنیٰ ماطغیٰ | | تو مرادِ وہو شہید ہے |
| تو جمال روشن دلربا | | تو کمال لطف نوید ہے |
| تیرا نام حمد کیا گیا | | تیرا کام خلقِ حمید ہے |
| تیرے پیچھے خاک کو چومتا | | جو چلا وہ عبدِ عبید ہے |
| میں جہاں رہوں تیرا ساتھ ہو | | دل کی آرزو یہ شدید ہے |
| گو تیرے کرم کی ہیں بارشیں | | میرے لب یہ پھر بھی مزید ہے |
| یہی تیرے موسیٰ کی دعا ہے | | وہی یعنی حسرتِ دید ہے۔ |

موسیٰ عبدالرحمٰن صدیقی موسےٰ

# سنڌي ترجمي جو انتساب

هن سنڌي ترجمي کي حضور پرنور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عاشق حضرت بلال بن رباح رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پٽيلي خادم حضرت زيد بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنہ جي نالي تي ڪريان؛ ڏٽيءَ در انهيءَ دعا سان تہ الله تعاليٰ سيني مسلمان سڏائڻ وارن کي پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ سندن اولاد پاڪ لاءِ انهن سچن ماڻهن جهڙي محبت عطا ڪري. آمين.

منور بُٽ قادري.
فون: 0334 3181387

وحدهٗ لاشريڪ لهٗ، جان تو چئين ايئن،
تان مڃ محمّد ڪارڻي، نرتئون منجهان نينهن،
تان تون وڃين ڪيئن، نائين ڪنڌ ٻين ڪي.

............

وحدهٗ لاشريڪ لهٗ، جڏهن چيو جن،
تن مڃيو محمّد ڪارڻي، هيجان ساڻ هين،
تڏهن منجهان تن، اوتڙ ڪونہ اوليو.

............

وحدهٗ لاشريڪ لهٗ، جن اتوسين ايمان،
تن مڃيو محمّد ڪارڻي، قلب ساڻ لسان،
اوءِ فائق ۾ فرمان، اوتڙ ڪنهن نہ اوليا.

شاه عبداللطيف ڀٽائي رح.

# اَعُوذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيطٰنِ الرَّجِيمِ○

# بِسمِ اللّٰهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمِ○

بنام جہاں داد جان آفرین - حکیم سخن بر زباں آفرین

## نَحمَدُهٗ وَنُصَلِّي عَليٰ رَسُولِهِ الكَرِيمِ○

جڏهن بہ ڪنهن جي تعريف بيان ڪئي ويندي آهي يا ڪرڻي هوندي آهي تہ تعريف ڪرڻ واري جي لاءِ ضروري هوندو آهي تہ اهو جنهن جي تعريف بيان ڪري رهيو آهي، ان کي چڱي نموني سان ڄاڻندو ۽ سڃاڻندو هجي. سرورِ ڪائنات صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو شان ايڏو وڏو ۽ اڻ کٽ آهي جو ڪنهن بہ انسان جي عقلي دائري ۾ اچي يا سمائجي نٿو سگهي. انهيءَ ڪري ٻنهي جهانن جي سردار ۽ سرورِ ڪونين محمّد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شان کي ڪنهن بہ انسان طرفان ان جي شان مطابق بيان ڪري نٿو سگهجي. انهيءَ جو مثال ائين آهي جيئن اسان ڪنهن اوزار جي مدد کان سواءِ آسمان ۾ ڪنهن تاري کي ڏسون تہ ان جي اصل حالت معلوم ڪرڻ ۽ ان جي حقيقي مقدار جي اندازي لڳائڻ کان بيوس هوندا آهيون، ۽ جيڪو اسان جي سمجهہ ۾ ايندو آهي، تاري جو اصل وزن ان کان تمام گهڻو وڌيڪ هوندو آهي. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي شان کي ظاهري ڏسڻ واريون اکيون تہ ڇا پر الله تعاليٰ جي ڳجهہ کي پروڙڻ واريون اکيون بہ پوريءَ طرح معلوم ڪري نٿيون سگهن. جيڪڏهن ڪائي ذات حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شان کي ڄاڻي ۽ سڃاڻي ٿي تہ اها الله تعاليٰ جي ئي ذات آهي. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هڪڙو دفعو حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ کي فرمايو:

"يَا اَبَا بَكرٍ، لَم يَعرِفنِي حَقِيقَةً غَيرُ رَبِّي." (ترجمو: اي ابوبڪر! منهنجي حقيقت کي منهنجي رب کان سواءِ ڪوئي بہ نٿو ڄاڻي.)

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عاشق شيخ سعدي شيرازي رحمت الله تعاليٰ عليہ ڇا تہ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي:-

لا يمكن الثناء كما كان حقه

بعد از خدا بزرگ توئي قصہ مختصر.

(ترجمو: ساراهہ ڪرڻ جو جيئن حق آهي ائين ساراهہ ڪرڻ ممڪن ڪونہ آهي، بس قصو مختصر تہ خدا کان پوءِ بزرگ توهان ئي آهيو.)

انهيءَ ڪري الله تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو جيڪو شان پنهنجي پاڪ ڪتاب ۾ وري وري بيان ڪيو آهي، ڪير بہ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جو شان ان طريقي سان بيان ڪري نٿو سگهي. سو جيڪو ڪجهہ الله تعاليٰ بيان فرمائي ڇڏيو آهي، ان جو صحيح مطلب ۽ تفسير بہ اهوئي پاڻ ڄاڻي ٿو. يا اهي جن کي الله تعاليٰ اهڙي شان کي ڏسڻ واريون اکيون عطا ڪيون آهن. هن مختصر مضمون ۾ اهڙين بيشمار آيتن مان ڪجهہ آيتون پيش ڪيون وڃن ٿيون. جيڪي الله تعاليٰ پنهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شان ۾ نازل فرمايون آهن. اميد آهي تہ انهن آيتن جي روشنيءَ ۾ اسان کي پنهنجي لياقت مطابق حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شان مبارڪ جو ڪجهہ اندازو ٿي سگهندو. ورنہ ڪٿي مان ڪٿي الله تعاليٰ جي حبيب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعريف.

قرآن پاڪ هڪڙو جامع ڪتاب آهي ۽ قيامت تائين قائم رهڻو آهي. ان جو فائدي وارو هجڻ ۽ ان جو عملي زندگيءَ سان لاڳاپو اڄ بہ ائين آهي جيئن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي زماني ۾ هيو.

2. الله تعاليٰ حق جي هدايت ڪندڙ نبي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اطاعت لاءِ وري وري بلڪل کليل ۽ چٽن لفظن ۾ وڏي تاڪيد سان حڪم ڪيو آهي، جنهن لاءِ قرآن شريف جون ڪيتريون ئي آيتون شاهد آهن. جتي الله تعاليٰ پنهنجي اطاعت جو مطالبو ڪيو آهي، ان سان گڏوگڏ پنهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اطاعت جو بہ حڪم ڏنو آهي.

ڪجهہ آيتن تي غور ڪيو:

(الف) وَاَطِيْعُوا اللّٰهَ وَالرَّسُوْلَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ (آل عمران 132)

ترجمو: ۽ الله ۽ رسول جي فرمانبرداري ڪريو من اوهان تي رحم ڪيو وڃي.

يعني الله تعاليٰ جي اطاعت سان گڏ الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ رحمت جي طلب حاصل ڪرڻ لاءِ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اطاعت لازمي آهي ۽ پاڪ پروردگار جي رحمت حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اطاعت کان سواءِ صحي معنيٰ ۾ حاصل ٿي ئي نٿي سگهي.

اطاعت جو صحيح مفهوم ۽ اصل مقصد ان وقت حاصل ٿيندو آهي، جنهن وقت پنهنجي حياتيءَ جي هر پاسي کي ان جي حڪمن مطابق ڏاهيو وجي: ۽ ان اطاعت ۾ نہ صرف ظاهري عضوا اهڙا ڍڻائجن پر دل ان کان بہ اڃا هڪڙي وک اڳتي هجي.

(ب) وَاَطِيْعُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ فَاِنْ تَوَلَّيْتُمْ فَاِنَّمَا عَلٰى رَسُوْلِنَا الْبَلٰغُ الْمُبِيْنُ (سورت تغابن آيت 12)

ترجمو: ۽ الله جو حڪم مڃو ۽ رسول جو حڪم مڃو پوءِ جيڪڏهن توهان منهن موڙيو تہ توهان کي خبر هجي تہ اسان جي رسول تي صرف ظاهري طرح (حڪم) پهچائڻ آهي.

وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَ اٰتُوا الزَّكٰوةَ وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ٥ (سورت نور آيت 56)

ترجمو: ۽ نماز ادا ڪريو ۽ زڪوات ڏيو ۽ رسول جي فرمانبرداري ڪريو (ان اميد تي) تہ توهان تي رحم ڪيو وڃي.

وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَقَدْ فَازَ فَوْزًا عَظِيْمًا ٥ (سورت احزاب آيت 71)

ترجمو: ۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي فرمانبرداري ڪندو ان وڏي ڪاميابي ماڻي.

انهن ٽنهي آيتن ۾ الله تعاليٰ پنهنجي اطاعت سان گڏ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اطاعت کي "فوز عظيم" يعني هڪ تمام وڏي ڪاميابي ۽ ڪامراني جو مظهر ٻڌايو آهي. گڏوگڏ مٿين ٽن آيتن مان پهرين آيت ۾ اهوبہ واضح ڪري ڇڏيو آهي تہ جيڪڏهن توهان منهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اطاعت کان منهن موڙيندا تہ ان ۾ توهان جوئي نقصان آهي، ڇوتہ منهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڪم تہ صرف الله جو پيغام پهچائڻ آهي. دنيا ۽ آخرت ۾ ڪاميابيءَ جي لاءِ خدا جي محبوب ۽ اسان جي آقا ۽ موليٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اطاعت ۽ غلامي ضروري آهي.

(ج) وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَالرَّسُوْلَ فَاُولٰٓئِكَ مَعَ الَّذِيْنَ اَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ مِّنَ النَّبِيّٖنَ وَالصِّدِّيْقِيْنَ وَالشُّهَدَآءِ وَالصّٰلِحِيْنَ ۚ وَحَسُنَ اُولٰٓئِكَ رَفِيْقًا ٥ ( نساء 69)

ترجمو: ۽ جيڪي الله ۽ ان جي رسول جو حڪم مڃين ته انهن کي انهن جو ساٿ نصيب ٿيندو جن تي الله فضل ڪيو يعني نبي ۽ صديق ۽ شهيد ۽ چڱا ماڻهو اهي ڪهڙا ته چڱا ساٿي آهن.

يعني الله تعاليٰ جي انعام يافته ماڻهن جي جماعت، جنهن ۾ نبي سڳورا، صديق، شهيد ۽ صالح ماڻهو آهن: ان ۾ شامل ٿيڻ ۽ انهن انعام يافته ماڻهن سان گڏجڻ جي لاءِ ضروري شرط آهي ته الله تعاليٰ جي اطاعت سان گڏ ان جي محبوب صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي اطاعت به ڪئي وڃي. هن آيت سڳوريءَ جي مطابق خدا جي پيارن ٻانهن جهڙي ڪنهن مرتبي تي پهچڻ لاءِ صرف الله تعاليٰ جي اطاعت ڪافي نه آهي، بلڪ حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي اطاعت به لازمي آهي.

(د) قُلۡ اَطِيۡعُوا اللّٰهَ وَالرَّسُوۡلَ فَاِنۡ تَوَلَّوۡا فَاِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ الۡكٰفِرِيۡنَ۝ (سورت آل عمران آيت 32)

ترجمو: تون فرماءِ ته الله ۽ رسول جو حڪم مڃو. پوءِ جيڪڏهن اهي منهن موڙين ته الله کي ڪافر پسند نه آهن.

ان جو مطلب اهو ٿيو ته صرف الله تعاليٰ جي اطاعت ڪان نه پر ان جي محبوب صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي اطاعت کان منهن موڙڻ ۽ انڪار ڪرڻ سان به انسان ڪفر جر درجي تي پهچي وڃي ٿو.

(ر) يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اَطِيۡعُوا اللّٰهَ وَاَطِيۡعُوا الرَّسُوۡلَ وَاُولِى الۡاَمۡرِ مِنۡكُمۡ فَاِنۡ تَنَازَعۡتُمۡ فِىۡ شَىۡءٍ فَرُدُّوۡهُ اِلَى اللّٰهِ وَالرَّسُوۡلِ اِنۡ كُنۡتُمۡ تُؤۡمِنُوۡنَ بِاللّٰهِ وَالۡيَوۡمِ الۡاٰخِرِ ذٰلِكَ خَيۡرٌ وَّاَحۡسَنُ تَاۡوِيۡلًا۝ (سورت نساء آيت 59)

ترجمو: اي ايمان وارؤ حڪم مڃو الله جو ۽ حڪم مڃو رسول جو ۽ انهن جو جيڪي توهان مان حڪومت وارا آهن، پوءِ جيڪڏهن توهان ۾ ڪنهن ڳالهه تي جهيڙو ٿي پوي ته ان کي الله ۽ ان جي رسول جي حضور موٽايو جيڪڏهن الله ۽ قيامت تي ايمان رکو ٿا، هي بهتر آهي ۽ ان جو انجام سڀ کان سنو آهي.

هن آيت سڳوريءَ ۾ الله تعاليٰ جي اطاعت سان گڏ حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي اطاعت کي به فرض مقرر ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن ڪنهن ڳالهه ۾ شڪ اچي وڃي ته اولي الامر جو حڪم صحيح آهي يا غلط ته ان کي پرکڻ جي لاءِ الله ۽ رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله

وسلم ڏانهن اچڻ (رجوع ڪرڻ) ۽ ان جي حڪمن سان رهنمائي حاصل ڪرڻ جو حڪم ڏنل آهي ۽ ان ۾ پلائي ظاهر ڪئي وئي آهي. يعني اولي الامر جو حڪم مڃڻ لاءِ بہ ان حڪم جو الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حڪمن سان لاڳاپو ۽ هڪجهڙائي هجڻ ضروري آهي.

(س) وَمَآ اَرْسَلْنَا مِنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا لِيُطَاعَ بِاِذْنِ اللّٰهِ0 ( نساء آيت 64)

ترجمو: ۽ اسان ڪوبہ رسول ڪونہ موڪليو مگر هن لاءِ تہ الله جي حڪم سان ان جي فرمانبرداري ڪئي وڃي.

يعني حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حڪمن جي اطاعت ئي الله جو حڪم (اذن) آهي. لھٰذا حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هر ڳالهہ جي اطاعت لازمي آهي.

(ص) مَنْ يُّطِعِ الرَّسُوْلَ فَقَدْ اَطَاعَ اللّٰهَ0 (سورت نساء آيت 80)

ترجمو: جنهن رسول جو حڪم مڃيو بيشڪ ان الله جو حڪم مڃيو.

وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَيَخْشَ اللّٰهَ وَيَتَّقْهِ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الفَائِزُوْنَ 0 (سورت نور آيت 52)

ترجمو: ۽ حڪم مڃي الله جو ۽ ان جي رسول جو ۽ الله کان ڊڃي ۽ پرهيزگاري ڪري تہ اهي ئي ماڻهو ڪامياب آهن.

قرآن شريف جي مٿين آيتن مان اهو صاف ظاهر ٿي ويو آهي تہ الله تعاليٰ جي فرمانبرداري سان گڏ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اطاعت بہ مؤمن جي لاءِ لازمي آهي ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪنهن بہ ڳالهہ جي اطاعت عين الله تعاليٰ جي اطاعت آهي:

گفتہ او گفتہ الله بود گرچہ از حلقوم عبدالله بود

ان جو چيل الله جو چيل ٿو هجي - توڙي جو الله جي ٻانهن جي حلقي مان هجي.

ان اطاعت کي پنهنجو ڪرڻ سان ئي مؤمن ٻنهي جهانن جي ڀلائي ۽ صحيح ڪاميابي حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ ان جو قرب حاصل ڪري سگهي ٿو. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اطاعت کان منهن موڙڻ ڪفر جي حد تائين پهچائي ڇڏي ٿو.

هاڻي هتي اها ڳالهہ بہ سمجهڻ ضروري آهي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اطاعت هر زماني ۾ فرض آهي، ڇوتہ آيتون

سڳوريون قيامت تائين لاڳو ۽ جاري آهن. تنهن ڪري حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا حڪم اڄ بہ اهڙي طرح ميٺا آهن جيئن سندن ظاهري حياتي مبارڪ ۾ هيو. جنهن جي لاءِ حديثن مبارڪن مان فائدو حاصل ڪرڻ ضروري ٿي وڃي ٿو.

## 3. نبوت جو مقصد

هيٺين آيتن سڳورين ۾ الله تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نبي ۽ رسول مقرر ٿيڻ جو مقصد بيان فرمايو آهي، جن مان پهرين حضرت ابراهيم عليہ السلام جي دعا جي صورت ۾ آئي آهي:

1. (الف) رَبَّنَا وَابْعَثْ فِيهِمْ رَسُولاً مِّنْهُمْ يَتْلُوا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِكَ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ وَيُزَكِّيهِمْ إِنَّكَ أَنْتَ الْعَزِيزُ الْحَكِيمُ0 (سورت بقر آيت 129)

ترجمو: اي اسان جا پالڻهارا انهن ۾ وڏي شان وارو رسول انهن مان ئي موڪل (جيڪو) مٿن تنهنجون آيتون پڙهي ٻڌائي ۽ کين تنهنجو ڪتاب ۽ پختو علم سيکاري ۽ انهن کي چڱي طرح پاڪ ڪري، بيشڪ تون ئي غالب (۽) حڪمت وارو آهين.

(ب) كَمَآ اَرْسَلْنَا فِيكُمْ رَسُولاً مِّنْكُمْ يَتْلُوا عَلَيْكُمْ اٰيٰتِنَا وَيُزَكِّيكُمْ وَيُعَلِّمُكُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ وَيُعَلِّمُكُمْ مَّا لَمْ تَكُونُوا تَعْلَمُونَ0 (سورت بقر آيت 151)

ترجمو: جيئن اسان توهان ۾ موڪليو هڪ رسول توهان منجهان جيڪو توهان کي اسان جون آيتون پڙهي ٻڌائي ٿو ۽ توهان کي پاڪ ڪري ٿو ۽ اوهان کي ڪتاب ۽ پختو علم سيکاري ٿو ۽ توهان کي اها تعليم ڏئي ٿو جنهن جي توهان کي ڄاڻ نہ هئي.

2. هُوَ الَّذِىْ بَعَثَ فِى الْاُمِّيّٖنَ رَسُولاً مِّنْهُمْ يَتْلُوا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِهٖ وَيُزَكِّيهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ وَاِنْ كَانُوا مِنْ قَبْلُ لَفِىْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ۝٢ وَّاٰخَرِيْنَ مِنْهُمْ لَمَّا يَلْحَقُوا بِهِمْ وَهُوَ الْعَزِيزُ الْحَكِيمُ ۝٣ ذٰلِكَ فَضْلُ اللهِ يُؤْتِيهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيمِ ۝٤ (سورت جمعه آيت 2 کان 4)

ترجمو: اهوئي (الله) آهي جنهن اڻ پڙهيلن ۾ انهن مان هڪ رسول موڪليو جيڪو انهن تي ان جون آيتون پڙهي ٻڌائي ٿو ۽ انهن کي پاڪ ڪري ٿو ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت جو علم عطا فرمائي ٿو ۽ بيشڪ اهي هن کان اڳ بلڪل کليل گمراهي ۾ هئا. ۽ انهن مان ٻين کي (پاڪ ڪري ۽ علم

عطا فرمائي ٿو) جيڪي انهن اڳين سان نہ مليا ۽ اهوئي عزت ۽ حڪمت وارو آهي. اهو الله جو فضل آهي جنهن کي گهري ڏئي ۽ الله وڏي فضل وارو آهي.

يعني حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي نبوت ۽ رسالت عطا ڪرڻ جو مقصد اهو هيوتہ الله تعاليٰ جي آيتن جي تلاوت ڪن ۽ ماڻهن کي سيکارين ۽ انهن جي نفسن (اندر) کي صاف ۽ پاڪ ڪن. ان مان ظاهر ٿيوتہ قرآن شريف جي تعليم ڏيڻ کان سواءِ خدا جي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اها بہ ذميواري هئي تہ ماڻهن کي حڪمت جون ڳالهيون سيکارين ۽ انهن کي پاڪ ڪري ڇڏين.

انهيءَ لاءِ اهو ضروري ٿيوتہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ظاهري حياتيءَ کان پوءِ اچڻ وارا اسان امتي بہ نہ صرف سندن اطاعت ڪريون بلڪ سندن ڳالهين ۾ جيڪا حڪمت سمايل آهي اهابہ سکون ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻڌايل طريقي مان فائدو حاصل ڪندي پنهنجي نفس کي بہ پاڪ ڪري سگهون. ظاهر آهي تہ اهي سموريون ڳالهيون نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حديثن جي ڳوڙهي علمي ڄاڻ ۽ سمجهڻ کان سواءِ حاصل نٿيون ٿي سگهن. "مَالَم تَڪُونُو تَعلَمُون" ۾ اهو راز بہ لڪل آهي تہ ڪجھ اهڙا بہ علم آهن جيڪي حضور پرنور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سيکارڻ کان سواءِ ڪوئي ڄاڻي ئي نٿو سگهي. الله پاڪ "مَاڪَان وَمَا يَڪُون" جا علم حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي عطا فرمايا. دنيا ۽ دنيا وارن سيني جا عقل اسان جي آقا ۽ موليٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي آڏو ميدان مان واريءَ جي هڪڙي ذري برابر آهن. الله تعاليٰ جو محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اڄ بہ پنهنجن عاشقن ۽ محبت ڪرڻ وارن کي روحاني فيض ۽ ڪرم سان سيکاري رهيا آهن. جنهن جي ڄاڻ ۽ سمجھ صرف ان کي حاصل ٿي سگهي ٿي جنهن کي سيکاريو ويندو آهي. اها سچي مهرباني حضور پرنور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تشريف آڻڻ جي ڪري ٿي ورنہ ان کان پهريائين تہ ڇٽي گمراهي هئي. ان سان گڏ پوءِ واري زماني ۾ اچڻ وارن کي بہ ان ۾ شامل ٿيڻ جي خبر ۽ خوشخبري ڏني وئي آهي، ۽ اهو انهي وڏي فضل ڪرڻ واري جي مهرباني آهي.

3. لَقَدْ مَنَّ اللّٰهُ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ بَعَثَ فِيْهِمْ رَسُوْلًا مِّنْ اَنْفُسِهِمْ يَتْلُوْا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِهٖ وَيُزَكِّيْهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ ۚ 0 (آل عمران 164)

ترجمو: بيشڪ الله جو وڏو احسان ٿيو مسلمانن تي جو انهن ۾ انهن منجهان ئي هڪ رسول موڪليائين جيڪو انهن وٽ ان جون آيتون پڙهي ٻڌائي ٿو ۽ انهن کي پاڪ ڪري ٿو ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت سيکاري ٿو.

"من الله" ۾ "من" جو لفظ وڏي نعمت جو احسان ياد ڏيارڻ جي لاءِ استعمال ٿيو آهي. يعني الله تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت جي مقصد کي بيان فرمائي رهيو آهي ۽ گڏوگڏ کھڙن چٽن لفظن ۾ احسان ياد ڏياري رهيو آهي. يعني اها الله تعاليٰ جي ڪيڏي وڏي مهرباني آهي تہ ان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي مؤمنن جي هدايت لاءِ رسالت جي اعزاز سان نوازيو ۽ اسان گنهگارن تي وڏو ٿورو ڪيو. الله تعاليٰ جنهن ڳالھ جو احسان ياد ڏياري اها ڪيڏي عظيم ڳالھ آهي. اها ڳالھ يعني اسان جي هدايت لاءِ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تشريف آوري

4. قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ذُنُوْبَكُمْ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ 0 (سورت آل عمران آيت 31)

ترجمو: اي محبوب تون فرماءِ تہ اي انسانو! جيڪڏهن توهان الله کي دوست رکو ٿا تہ منهنجا فرمانبردار ٿي وڃو تہ الله توهان کي دوست رکندو ۽ توهان جا گناھ بخشي ڇڏيندو ۽ الله بخشڻ وارو مهربان آهي.

يعني الله تعاليٰ جي محبت حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ ان جي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پوري طرح سان تابعداري ۽ پيروي ڪريون. هر اهو ڪم ڪريون ۽ اهڙي طرح سان ڪريون جنهن طريقي سان ٻنهي جهانن جي مالڪ جي محبوب ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪيو. جيڪڏهن اسان ڪو ڪم اهڙي طريقي سان ڪريون جنهن طريقي سان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪونہ ڪيو آهي تہ اسان الله تعاليٰ جي محبت حاصل ڪري نٿا سگهون. اتي ئي پنهنجي هر فڪر، ڏاهپ، عقل، سمجھ ۽ قابليت کي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هر ادا ۽ ڳالھ جي تابع ڪرڻ ضروري ٿي وڃي ٿو. تڏهن ئي اسان الله تعاليٰ جي خوشنودي، مغفرت ۽ رحمت جي اميد رکي سگهون ٿا.

۽ چونہ هجي. جڏهن تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ جي هر گهڙي الله تعاليٰ ۽ قرآن شريف جي حڪمت مطابق هئي. ان جي حڪمت اها آهي تہ نہ صرف محبوب جي ذات ئي محبوب هوندي آهي پر ان جي تصوير بہ محبوب هوندي آهي، ۽ جيڪا بہ شئي ان جهڙي هجي ان تي بہ پيار اچي ويندو آهي. شڪل ۽ صورت جي هڪجهڙائي تہ اسان جي اختيار ۾ ڪونہ آهي ليڪن عمل، اخلاق ۽ نيت جي هڪجهڙائي تہ پيدا ڪري سگهجي ٿي.

5. وَمَنْ يُّشَاقِقِ الرَّسُوْلَ مِنْ بَعْدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُ الْهُدٰى وَ يَتَّبِعْ غَيْرَ سَبِيْلِ الْمُؤْمِنِيْنَ نُوَلِّهٖ مَا تَوَلّٰى وَنُصْلِهٖ جَهَنَّمَ وَسَآءَتْ مَصِيْرًا٥ ( نساء آيت 115)

ترجمو: ۽ جيڪو رسول جي مخالف ڪري هن ڪان پوءِ جڏهن حق جو رستو ان تي کلي چڪو ۽ مسلمانن جي واٽ ڇڏي ٻي واٽ تي هلي (تہ) اسان ان کي سندس حال تي ڇڏي ڏينداسين ۽ ان کي دوزخ ۾ داخل ڪنداسين ۽ اها ڪهڙي نہ خراب جاءِ آهي موٽڻ جي.

وَالَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ رَسُوْلَ اللّٰهِ لَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ٥ (سورت توبه آيت 61)

ترجمو: ۽ جيڪي الله جي رسول کي تڪليف ڏين ٿا انهن جي واسطي دردناڪ عذاب آهي.

وَمَنْ يُّشَاقِقِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَاِنَّ اللّٰهَ شَدِيْدُ الْعِقَابِ٥ (انفال آيت 13)

ترجمو: ۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي مخالف ڪندو تہ بيشڪ الله سخت پڪڙ ڪرڻ وارو آهي.

مٿي بيان ڪيل ٽنهي آيتن سڀورين ۾ الله تعاليٰ چٽن لفظن ۾ فرمايو آهي تہ جيڪو ماڻهو ايمان آڻڻ ڪان پوءِ خدا جي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمان جي انحرافي ڪندو تہ ان جو ٺڪاڻو جهنم ۾ ٿيندو ۽ ٻي آيت ۾ اعلان ڪري ڇڏيو آهي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نافرماني ڪرڻ واري جي لاءِ وڏو عذاب آهي. رب العالمين کي پنهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي تڪليف ڏيڻ وارا ۽ ان جي نافرماني ڪرڻ وارا انتهائي اڻ وڻندڙ آهن بلڪ قهر جي لائق آهن ۽ اهڙن ماڻهن جي لاءِ، چاهي اهي پنهنجو پاڻ کي مسلمان ظاهر ڪن، سخت عذاب ۽ جهنم ۾ ٺڪاڻو آهي. مطلب تہ رسول پاڪ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمان جي مخالفت سان ايمان ختم ٿي وڃي ٿو ۽ سيئي چڱا ڪم

غرق ٿي وڃن ٿا. هتي اهو سمجهڻ گهرجي تہ الله رب العزت صرف ظاهري ئي نہ بلڪ اسان جي دلين کي بہ ڄاڻي ٿو انهيءَ ڪري اهڙي قسم جو خيال بہ دل ۾ آڻڻ پڪڙ جو سبب ٿي سگهي ٿو.

اسان مسلمانن کي گهرجي تہ جيڪڏهن خدانخواستہ ڪائي اهڙي صورت پيدا ٿي وڃي تہ هڪدم ان کان توبه ڪريون ۽ استغفار ڪيون. يعني ان ڪوتاهيءَ تي الله پاڪ کان بخشش گهرون. ان ئي حڪم جي مطابق هڪڙي ٻي آيت سڳوري آهي:

فَلَا وَرَبِّكَ لَا يُؤْمِنُوْنَ حَتّٰى يُحَكِّمُوْكَ فِيْمَا شَجَرَ بَيْنَهُمْ ثُمَّ لَا يَجِدُوْا فِيْٓ اَنْفُسِهِمْ حَرَجًا مِّمَّا قَضَيْتَ وَيُسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا 0 (سورت نساء آيت 65)

ترجمو: اي محبوب تنهنجي رب جو قسم اُهي مسلمان نٿا ٿي سگهن جيستائين پنهنجن جهڳڙن ۾ توکي حاڪم نہ بڻائين پوءِ تون جيڪو ڪجهہ حڪم فرمائين (تہ) پنهنجين دلين ۾ ان بابت رڪاوٽ نہ سمجهن ۽ دل سان مڃي وڃن.

هن آيت سڳوريءَ ۾ الله تعاليٰ پنهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان قسم کڻي فرمايو آهي تہ جيڪڏهن ايمان وارا ڪنهن وقت پاڻ ۾ وڙهي پون تہ جڏهن خدا جا رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فيصلو ڪن تہ جيستائين ان کي بغير چون چرا جي تسليم نہ ڪن تيستائين ايمان وارن جو ايمان قبول نہ ٿيندو. يعني حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمان کان پوءِ دل ۾ بہ ان جي خلاف خيال آڻڻ ايمان کي وڃائڻ جو خطرو کڻڻ برابر آهي. الله تعاليٰ جنهن تاڪيد سان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دلي طور فرمانبرداري ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي، ان کان وڏيڪ سختيءَ سان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نافرماني کان منع ڪئي آهي. اهڙين ڪرڻ واري شخص کي عذاب جو حقدار ٺهرايو آهي ۽ ٻڌائي ڇڏيو آهي تہ ان جو ايمان بہ الله تعاليٰ وٽ قبول ڪونہ ٿيندو آهي.

وَمَنْ يَّعْصِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَيَتَعَدَّ حُدُوْدَهٗ يُدْخِلْهُ نَارًا خَالِدًا فِيْهَا وَلَهٗ عَذَابٌ مُّهِيْنٌ0 (سورت نساء آيت 14)

ترجمو: ۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي نافرماني ڪري ۽ ان جون سموريون حدون اورانگهي تہ الله ان کي باھ ۾ داخل ڪندو جنھن ۾ اھو سدائين رھندو ۽ ان جي لاءِ خواري وارو عذاب آھي.

يعني الله تعاليٰ جي حڪم جي نافرماني ٿئي يا حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حڪم جي نافرماني، ٻنھي صورتن ۾ سخت عذاب جي ڌمڪي (وعيد) آھي. لھٰذا ھر مسلمان ۽ مؤمن جي لاءِ لازمي آھي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمانن کي سمجھي ۽ انھن جي دل ۽ جان سان تعميل ڪري، ڇوتہ ان کان منھن موڙڻ ڪري سخت عذاب جو ڊپ ڏنو ويو آھي.

اَلَمْ يَعْلَمُوْٓا اَنَّهٗ مَنْ يُّحَادِدِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَاَنَّ لَهٗ نَارَ جَهَنَّمَ خَالِدًا فِيْهَا ذٰلِكَ الْخِزْيُ الْعَظِيْمُ0 (سورت توبہ آيت 63)

ترجمو: ڇا انھن کي خبر نہ آھي تہ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي خلاف ھلندو تہ ان جي لاءِ جھنم جي باھ آھي جو سدائين ان ۾ رھندو اھائي وڏي خواري آھي.

اِنَّ الَّذِيْنَ يُحَآدُّوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗٓ اُولٰٓئِكَ فِي الْاَذَلِّيْنَ ﴿٢٠﴾ كَتَبَ اللّٰهُ لَاَغْلِبَنَّ اَنَا وَرُسُلِيْ اِنَّ اللّٰهَ قَوِيٌّ عَزِيْزٌ ﴿٢١﴾ لَا تَجِدُ قَوْمًا يُّؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ يُوَآدُّوْنَ مَنْ حَآدَّ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَلَوْ كَانُوْٓا اٰبَآءَهُمْ اَوْ اَبْنَآءَهُمْ اَوْ اِخْوَانَهُمْ اَوْ عَشِيْرَتَهُمْ 0 (سورت مجادلہ آيت 20 کان 22)

ترجمو: بيشڪ جيڪي الله ۽ ان جي رسول جي مخالفت ڪن ٿا اھي سڀني کان وڌيڪ ذليلن مان آھن. الله لکي ڇڪو آھي تہ مان ۽ منھنجو رسول ضرور غالب ايندا سين، بيشڪ الله طاقت وارو ۽ عزت وارو آھي. ھرگز نہ لھندين تون انھن ماڻھن کي جيڪي يقين رکن ٿا الله ۽ آخرت جي ڏينھن تي جو دوستي رکن انھن سان جيڪي الله ۽ ان جي رسول جي مخالفت ڪندا آھن، جيتوڻيڪ اھي سندن ابا ڏاڏا يا پٽ پوٽا يا ڀائر يا ڪٽنب وارا ھجن.

انھن آيتن ۾ الله پاڪ ۽ حضور پرنور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حڪمن جي مخالفت ۽ انھن جي حڪمن جي خلاف مھاڏو اٽڪائڻ وارن کي سخت ڌمڪي (وعيد) ڏني وئي آھي. انھن حڪمن کي نہ مڃڻ ۽ انھن کان انڪار ڪرڻ ٿي وڏو گناھ آھي ۽ مخالفت تہ موربُوئي

وڏيڪ خطرناڪ آهي، جنهن ڪان الله تعاليٰ سخت تنبيهه ڪئي آهي ۽ جهنم جي عذاب سان گڏ خواريءَ جي ڌمڪي بہ ڏني آهي.

الله پاڪ مؤمنن کي اهڙن ماڻهن سان دوستي ڪرڻ يا واسطن رکڻ کان بہ سختي سان منع ڪئي آهي جيڪي الله ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مخالفت ڪن يا مهاڏو اٽڪائين. بلڪ فرمايو آهي تہ مؤمنن کي ڪڏهن بہ ائين ڪندي ڏٺو نہ ويندو يعني الله ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مخالفت ڪرڻ واري سان دوستي رکڻ وارو مؤمن نٿو ٿي سگهي. توڙي اهڙا ماڻهو ان جا پنهنجا پي ماءُ، پاٽر يا پٽ ئي چونہ هجن. الله پاڪ ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مخالفن کي دوست بنائڻ ۽ واسطو رکڻ پنهنجي ايمان کي غارت ڪرڻ برابر آهي. الله تعاليٰ اسان سڀني کي ان کان حفاظت ۾ رکي. آمين يا رب العالمين.

وَلَئِنْ سَاَلْتَهُمْ لَيَقُوْلُنَّ اِنَّمَا كُنَّا نَخُوْضُ وَنَلْعَبُ قُلْ اَبِاللّٰهِ وَاٰيٰتِهٖ وَرَسُوْلِهٖ كُنْتُمْ تَسْتَهْزِءُوْنَ (٦٥) لَا تَعْتَذِرُوْا قَدْ كَفَرْتُمْ بَعْدَ اِيْمَانِكُمْ0 (توبه آيت 65 ۽ 66)

ترجمو: ۽ (اي محبوب!) جيڪڏهن توهان انهن کان پڇوتہ چوندا تہ اسان تہ ائين ئي کل ڀوڳ ٿي ڪيو توهان چئي ڇڏيوتہ ڇا توهان الله ۽ ان جي آيتن ۽ ان جي رسول سان مسخري ٿا ڪريو. بهانا نہ بڻايو بيشڪ توهان ڪافر ٿي چڪا پنهنجي ايمان آڻڻ کان پوءِ.

ڪجهہ ماڻهو ڀاڻ ۾ کل ڀوڳ ڪندي الله پاڪ جي ذات، قرآن شريف جي آيتن ۽ حضور پرنور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي بہ اهڙي طرح وچ ۾ آڻيندا آهن جيڪو ڏاڍو خطرناڪ آهي. جيئن الله پاڪ مٿين آيتن سڳورين ۾ فرمايو آهي تہ اهو عمل ايمان مان ڪيڍي ڪفر جي ڪاتي ۾ پهچائي ڇڏي ٿو. انهيءَ ڪري اهڙي قسم جي ڳالهہ نہ زبان تي آڻجي، ۽ نہ ان جو خيال دل ۾ اچڻ کپي. توهان دنياوي ڏيکاءُ واري ماڻهوءَ جي موجودگيءَ ۾ ان جي ڳالهين يا ان جي پيارن تي ٺٺولي ڪري نٿا سگهو تہ الله پاڪ جيڪو سڀني کان وڏو آهي ۽ هرهنڌ موجود آهي ۽ توهان جي هر ڳالهہ ٻڌي رهيو آهي تہ ان جي سامهون ان جي باري ۾ ٺٺولي ڪرڻ جو تصور بہ ڪيئن ٿا ڪري سگهو. هر وقت ۽ هر ڪچهريءَ ۾ ان جو احتياط ڪرڻ ضروري آهي. اهي تہ نهايت ادب وارا مقام آهن. مذاق تہ خيال ۾ بہ نٿي آٿي سگهجي ۽ ان

۾ ڪو بهانو بہ قابل قبول ڪونہ آهي. (لا تَعتَذِرُو) جنهن سان پيار ۽ محبت هجي ان لاءِ ٿنولي ڪير بہ ٻڌي نٿو سگهي، ان ڪري ايمان وارو ان ڪي برداشت بہ ڪري نٿو سگهي.

6. قُلْ اِنْ كَانَ اٰبَآؤُكُمْ وَاَبْنَآؤُكُمْ وَاِخْوَانُكُمْ وَاَزْوَاجُكُمْ وَعَشِيْرَتُكُمْ وَ اَمْوَالُ ۨ اقْتَرَفْتُمُوْهَا وَتِجَارَةٌ تَخْشَوْنَ كَسَادَهَا وَ مَسٰكِنُ تَرْضَوْنَهَآ اَحَبَّ اِلَيْكُمْ مِّنَ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَ جِهَادٍ فِيْ سَبِيْلِهٖ فَتَرَبَّصُوْا حَتّٰى يَاْتِيَ اللّٰهُ بِاَمْرِهٖ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الْفٰسِقِيْنَ0 (سورت توبه آيت 24)

ترجمو: توهان چئي ڇڏيو جيڪڏهن توهان جا پيئر، توهان جا پٽ ۽ توهان جا ڀائر ۽ توهان جون زالون ۽ توهان جو گهراڻو ۽ توهان جو ڪمايل مال ۽ اهو سودو جنهن جي نقصان جو توهان کي ڊپ آهي ۽ توهان جي پسند جون جايون، اهي شيون الله ۽ ان جي رسول ۽ ان جي واٽ ۾ وڙهڻ کان وڌيڪ پياريون هجن (تہ) ٻوءِ انتظار ڪريو تان جو الله پنهنجو حڪم آڻي ۽ الله فاسقن کي هدايت ڪونہ ڏيندو آهي.

ان مان صاف ظاهر آهي تہ اسان جي لاءِ ايمان جو صحي هجڻ ۽ ان جي قبوليت جي لاءِ ضروري آهي تہ اسان الله تعاليٰ ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي هر پياري شئي کان وڌيڪ محبوب رکون ۽ ائين نہ ڪرڻ تمام وڏو گناهہ ۽ فسق آهي. اهڙي طرح ٻي آيت ۾ آهي:

اَلنَّبِيُّ اَوْلٰى بِالْمُؤْمِنِيْنَ مِنْ اَنْفُسِهِمْ0 (سورت احزاب آيت 6)

ترجمو: هي نبي مؤمنن جو سندن ساهہ (سر) جو وڌيڪ مالڪ آهي.

ان آيت ۾ الله تعاليٰ مؤمنن جي اها صفت بيان ڪئي آهي تہ اهي نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي پنهنجين جانين (جند) کان بہ وڌيڪ عزيز سمجهن ٿا. اهو حڪم تہ سيني حڪمن جي مٿان بازي کڻي ويجي ٿو. ان ۾ نہ صرف پنهنجين مڙني قسمن جي خواهشن کي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اشاري تي ختم ڪرڻ جو حڪم آهي بلڪ پنهنجي جان قربان ڪرڻ ۾ بہ تر برابر بہ گهبراهٽ نہ اچڻ گهرجي.

7. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو هر ڪم هر حالت ۾ ۽ هر وقت الله جي ئي لاءِ آهي ۽ الله جي عين مرضي مطابق آهي. ايستائين جو حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اٿڻ، ويهڻ، سمهڻ، گهمڻ ڦرڻ سڀ

الله جي ئي رضا جي لاءِ ۽ الله جي رضا مطابق آهن. الله پاڪ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي:

قُلْ اِنَّ صَلَاتِیْ وَنُسُکِیْ وَ مَحْیَایَ وَمَمَاتِیْ لِلّٰہِ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ ٥ (انعام 163)

ترجمو: توهان فرمايو بيشڪ منهنجي نماز ۽ منهنجون قربانيون ۽ منهنجو جيئڻ ۽ مرڻ سڀ ڪجهه الله تعاليٰ جي لاءِ آهي جيڪو سڀني جهانن جو رب آهي.

فَلَمْ تَقْتُلُوْهُمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ قَتَلَهُمْ وَمَا رَمَيْتَ اِذْ رَمَيْتَ وَ لٰكِنَّ اللّٰهَ رَمٰى ٥ (سورت انفال آيت 17)

ترجمو: پوءِ توهان انهن کي قتل ڪونہ ڪيو بلڪ الله کين قتل ڪيو ۽ اي محبوب جيڪا مٺي تو اڇلائي سا تو نہ اڇلائي پر الله سٽي.

يعني انهن آيتن سڀنورين ۾ اهو چٽو آهي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪو ڪم (هجرت جي رات)پنهنجن هٿن مبارڪن سان ڪيو هو ان جي باري ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿوتہ اهوتہ مون پاڻ ڪيو هو. محبوبِ رب العالمين جو ڪهڙو تہ شان آهي تہ انهن جو هر ڪڄندڙ قدم ۽ هر ادا صرف الله تعاليٰ لاءِ ئي آهي ۽ الله تعاليٰ جي طرفان بہ آهي.

اهڙي هڪڙي ٻي آيت سڀوري پڙهو جيڪا بيعت رضوان جي وقت نازل ٿي هئي:

اِنَّ الَّذِیْنَ یُبَایِعُوْنَکَ اِنَّمَا یُبَایِعُوْنَ اللّٰہَ ؕ یَدُ اللّٰہِ فَوْقَ اَیْدِیْھِمْ ۚ ٥ (سورت فتح آيت 10)

ترجمو: اهي جيڪي توهان جي بيعت ڪن ٿا اهي تہ صرف الله سان ئي بيعت ڪن ٿا انهن جي هٿن مٿان الله جو هٿ آهي.

8. الله تعاليٰ قرآن شريف جي ڪيترين آيتن ۾ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪچهري ۾ ويهڻ جي باري ۾ ادب سيکاريو آهي جن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿيون. اهو حضور صلي الله تعاليٰ جوئي شان آهي تہ الله تعاليٰ پاڻ ٻڌائي ٿوتہ منهنجي محبوب وٽ جڏهن توهان حاضر ٿيو ۽ انهن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪيوتہ ان جو صحيح طريقو ڪهڙو آهي تہ جيئن بيخبري ۾ ڪا ڪوتاهي ڪري الله تعاليٰ جي ناراضگي نہ ڪٽي ويهو.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَقُوْلُوْا رَاعِنَا وَ قُوْلُوا انْظُرْنَا وَاسْمَعُوْا ۗ وَلِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ٥ (سورت بقر آيت 104)

ترجمو: اي ايمان وارو! راعنا (جو لفظ عرض ۾) نہ چئو پر هيئن عرض ڪيو تہ آقا اسان تي نظر ڪيو ۽ پهريان کان ئي ڪجهہ غور سان ٻڌو ۽ ڪافرن جي لاءِ ڏکوئيندڙ عذاب آهي.

يعني حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪچهريءَ ۾ جڏهن ويهو تہ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڌيان ڇڪائڻ لاءِ منافقن وارا لفظ (راعنا ـ ڌنار) استعمال نہ ڪريو بلڪ وڏي ادب سان انهن کي پاڻ ڏانهن نظر ڪرم ڪرڻ جي درخواست ڪريو. پر اجا وڌيڪ سٺو تہ اهو آهي تہ ان جي بہ ضرورت پيش نہ اچي ۽ توهان پهريان کان ئي ڪن ڏئي ويهو ۽ محبوبِ رب العالمين صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن ڌيان سان نظر رکو تہ جيئن سندن هر ڳالهہ ۽ هر ادا شروع ۾ ئي سمجهہ ۾ اچي وڃي. ان هدايت جي پابندي نہ ڪرڻ تي وڏي عذاب کان ڊيڄاريو ويو آهي.

(ب) لَاتَجْعَلُوْا دُعَآءَ الرَّسُوْلِ بَيْنَكُمْ كَدُعَآءِ بَعْضِكُمْ بَعْضًا0 (نور 63)

ترجمو: رسول جي سڏڻ کي پاڻ ۾ ائين نہ ٺهرايو جيئن توهان هڪٻئي کي پاڻ ۾ سڏيندا آهيو.

يعني جنهن وقت رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان مخاطب ٿيو تہ ان ۾ پوري پوري ادب جو خيال رکڻ گهرجي. اسان جڏهن دنياوي ڏيک ويک واري ماڻهوءَ سان مخاطب ٿيڻ وقت وڏو احتياط ڪندا آهيون تہ ظاهر آهي تہ سرورِ ڪونين صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان مخاطب ٿيڻ وقت ڪيتري ادب ۽ احتياط جي ضرورت هوندي, جڏهن تہ الله تعاليٰ پاڻ ئي ان جو تاڪيد ڪري رهيو آهي.

ادب گاہيست زير آسمان از عرش نازک تر
نفس گم کرده مے آيد جنيد و بايزيد ايں جا۔

هن زماني ۾ بہ اسان لاءِ ضروري آهي تہ اسان جڏهن بہ درود شريف پڙهون يا نعت شريف پڙهون تہ پوري ادب جو خيال رکون ۽ جيڪڏهن جذبي جي حالت ۾ نہ هجون تہ ندا ڪرڻ وقت بہ محتاط رهون. آقا ۽ موليٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تہ دل جو آواز بہ ٻڌي سگهندا آهن.

(ج) يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تُقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيِ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَاتَّقُوا اللّٰهَ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ 0 (سورت حجرات آيت 1)

ترجمو: اي ايمان وارو! الله ۽ ان جي رسول کان اڳتي نہ وڌو ۽ الله کان ڊڄو بيشڪ الله ٻڌي ۽ ڄاڻي ٿو.

يعني جنهن ڪم ۾ بہ الله تعاليٰ يا حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪا حد مقرر ڪئي آهي ان کان اڳتي نہ وڌو ۽ ايمان جي تقاضا بہ اها آهي تہ الله ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مقرر ڪيل حد ۾ ئي رهجي.

(د) يَآاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَرْفَعُوْٓا اَصْوَاتَكُمْ فَوْقَ صَوْتِ النَّبِيِّ وَلَا تَجْهَرُوْا لَهٗ بِالْقَوْلِ كَجَهْرِ بَعْضِكُمْ لِبَعْضٍ اَنْ تَحْبَطَ اَعْمَالُكُمْ وَاَنْتُمْ لَا تَشْعُرُوْنَ ۝ اِنَّ الَّذِيْنَ يَغُضُّوْنَ اَصْوَاتَهُمْ عِنْدَ رَسُوْلِ اللّٰهِ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ امْتَحَنَ اللّٰهُ قُلُوْبَهُمْ لِلتَّقْوٰى لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّاَجْرٌ عَظِيْمٌ ۝ (حجرات آيت 2۽3)

ترجمو: اي ايمان وارو! پنهنجا آواز مٿي نہ ڪيو هن نبي جي آواز کان ۽ ان جي آڏو رڙيون ڪري نہ ڳالهايو جيئن پاڻ ۾ هڪٻئي جي سامهون رڙيون ڪندا آهيو متان توهان جا عمل چٽ ٿي وڃن ۽ توهان کي خبر ئي نہ هجي. بيشڪ اهي جيڪي پنهنجا آواز جهيڻا رکندا آهن الله جي رسول وٽ، اهي اهي آهن جن جي دل الله پرهيزگاري لاءِ پرکي ڇڏي آهي، انهن لاءِ بخشش ۽ وڏو ثواب آهي.

هنن آيتن سڳورين مان چٽيءَ طرح واضح ٿي ويو تہ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪچهري ۾ ڳالهائڻ وقت الله تعاليٰ ڪيتري ادب جو تاڪيد ڪيو آهي ۽ آهستڙي ڳالهائڻ جو حڪم فرمايو آهي ۽ تنبيهہ ڪئي آهي تہ توهان جيڪڏهن انهي ادب کي ذهن ۾ نہ رکندا تہ توهان جون سيئي نيڪيون ضايع ٿي وينديون. جهيڻي آواز رکڻ وارن جي تعريف ڪئي آهي ۽ انهن کي انعام سان نوازڻ جو واعدو ڪيو آهي.

اڄوڪي دور ۾ عرس ملهائڻ وقت ميلاد جي محفل ۾ انهيءَ ڳالهہ جو پورو خيال رکڻ کپي ۽ پڻ مديني پاڪ ۾ روضہ اطهر تي حاضري ڀرڻ وقت بہ انهي ڳالهہ جو خيال رکڻ لازمي آهي تہ درود پڙهڻ وقت بہ.

(ر) يَآاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَدْخُلُوْا بُيُوْتَ النَّبِيِّ اِلَّآ اَنْ يُّؤْذَنَ لَكُمْ اِلٰى طَعَامٍ غَيْرَ نٰظِرِيْنَ اِنٰىهُ وَلٰكِنْ اِذَا دُعِيْتُمْ فَادْخُلُوْا فَاِذَا طَعِمْتُمْ فَانْتَشِرُوْا وَلَا مُسْتَاْنِسِيْنَ لِحَدِيْثٍ ۝ (سورت احزاب آيت 53)

ترجمو: اي ايمان وارو! نبي جي گهرن ۾ داخل نہ ٿيو ايستائين جو توهان کي اجازت نہ ملي مثال طور کاڌي لاءِ سڏيا وڃو ائين نہ (تہ) اتي کاڌي پچڻ جي راهہ تڪيندا رهو ها جڏهن سڏيا وڃوتہ حاضر ٿيو ۽ جڏهن کائي بيهوتہ ٽڙي پکڙي وڃو (ائين) نہ ٿئي تہ ويٺي ڳالهين سان دل وندرايو.

يعني حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر ۾ حاضر ٿيڻ جا ادب بہ الله تعاليٰ پاڻ سيکاريا آهن.

(س) وَمَا كَانَ لِمُؤْمِنٍ وَّلَا مُؤْمِنَةٍ اِذَا قَضَى اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗۤ اَمْرًا اَنْ يَّكُوْنَ لَهُمُ الْخِيَرَةُ مِنْ اَمْرِهِمْ ؕ وَمَنْ يَّعْصِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَقَدْ ضَلَّ ضَلٰلًا مُّبِيْنًا ۝ (سورت احزاب آيت 36)

ترجمو: ۽ ڪنهن بہ مسلمان مرد ۽ ڪنهن مسلمان عورت کي حق نٿو پهچي تہ جڏهن الله ۽ ان جو رسول ڪجهہ حڪم فرمائين تہ پوءِ بہ انهن کي پنهنجي معاملن ۾ ڪو اختيار رهي ۽ جيڪو حڪم نہ مڃي الله ۽ ان جي رسول جو اهو بيشڪ چٽي پٽي (صريحن) گمراهي ۾ پيتڪيو.

صاف ظاهر آهي تہ ڪنهن بہ ڪم جي باري ۾ الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو حڪم معلوم ٿي وڃي تہ پوءِ مؤمن جي لاءِ پنهنجي مرضي جي ڳالهہ يا ڪم ڪرڻ سوچ کان ئي پري هجڻ گهرجي. پنهنجي نفس ۽ خواهش جي پيروي نہ ڪرڻ جو حڪم آهي. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو فرمان معلوم ٿيڻ کان پوءِ ان کان ذري برابر بہ منهن موڙڻ جو خيال بہ نہ اچڻ گهرجي.

خلافِ پيمبر کسے رہ گزید    کہ ہرگز بمنزل نہ خواہد رسید

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِذَا نَاجَيْتُمُ الرَّسُوْلَ فَقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيْ نَجْوٰىكُمْ صَدَقَةً ؕ ذٰلِكَ خَيْرٌ لَّكُمْ وَاَطْهَرُ ؕ فَاِنْ لَّمْ تَجِدُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۝ (سورت مجادلہ آيت 12)

ترجمو: اي ايمان وارو! جڏهن توهان رسول کي ڪائي ڳالهہ عرض ڪرڻ گهرو تہ پنهنجي عرض ڪرڻ کان پهريائين ڪجهہ صدقو ڏيندا ڪريو اهو توهان جي لاءِ سٺو ۽ سٿرو آهي پر جي توهان کي طاقت نہ هجي تہ الله بخشڻ وارو مهربان آهي.

ان آيت سڳوري ۾ الله تعاليٰ صاف نموني سان حڪم ڪري ٿوتہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڪجهہ عرض بہ ڪرڻ گهرو تہ ان کان پهريائين طاقت مطابق ڪجهہ صدقو ڪريو ۽ پوءِ عرض ڪرڻ لاءِ

حاضر ٿيو. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان محبت ڪرڻ وارن
کي ۽ مدينہ المنوره ۾ حاضري ڀرڻ وارن کي انهي ڳالهہ جو پورو خيال رکڻ
گهرجي تہ جيئن سندن سوال خدا وٽ قبول ٿي وڃي. الله تعاليٰ ادب جو اهو
طريقو سيکاري ڇڏيو آهي.

(ص) يٰنِسَآءَ النَّبِيِّ لَسْتُنَّ كَاَحَدٍ مِّنَ النِّسَآءِ٥ ( سورت احزاب آيت 32)

ترجمو: اي نبي جو بيبيون! توهان ٻين (عام) عورتن وانگر نہ آهيو.

وَمَا كَانَ لَكُمْ اَنْ تُؤْذُوْا رَسُوْلَ اللّٰهِ وَلَآ اَنْ تَنْكِحُوْٓا اَزْوَاجَهٗ مِنْ بَعْدِهٖٓ اَبَدًا اِنَّ
ذٰلِكُمْ كَانَ عِنْدَ اللّٰهِ عَظِيْمًا٥ (سورت احزاب آيت 53)

ترجمو: ۽ توهان کي (حق) نٿو پهچي تہ الله جي رسول کي ڏکويو ۽ نہ وري ان
(جي وصال) کان پوءِ ڪڏهن ان جي زالن سان نڪاح ڪريو. بيشڪ الله وٽ
اها وڏي سخت (خراب) ڳالهہ آهي.

سبحان الله! حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پاڪ
گهر وارين جو شان بہ دنيا جي باقي سڀ عورتن کان جدا ۽ نرالو ڪيو ويو
آهي ۽ کين منفرد امتيازي حيثيت عطا ڪئي وئي آهي.

كُنْتُمْ خَيْرَ اُمَّةٍ اُخْرِجَتْ لِلنَّاسِ تَاْمُرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ وَتَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ
وَتُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ٥ (سورت آل عمران آيت 110)

ترجمو: توهان ڀلا آهيو انهن سڀني امتن کان جيڪي ماڻهن ۾ ظاهر ٿيون،
چڱائيءَ جو حڪم ڪريو ٿا ۽ برائي کان روڪيو ٿا ۽ الله تي ايمان رکو ٿا.

الله تعاليٰ پنهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي امت
کي بهترين امت قرار ڏنو آهي ۽ جن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم
تي ايمان آندو آهي انهن جي ذمي اهو ڪم رکيو آهي تہ ماڻهن کي نيڪي ۽
صرف نيڪيءَ جو حڪم ڏين ۽ هر برائي ۽ شر کان انهن کي منع ڪن ۽
بچائين. بيشڪ سنا ماڻهو ائين ئي ڪندا آهن ۽ اهڙا ماڻهو بهترين آهن.
نيڪي ۽ برائي جو معيار صرف رب العالمين ۽ رب العالمين جي محبوب
صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ٻڌايل حڪم آهن.

وَقُلْ رَّبِّ اَدْخِلْنِيْ مُدْخَلَ صِدْقٍ وَّ اَخْرِجْنِيْ مُخْرَجَ صِدْقٍ وَّاجْعَلْ لِّيْ مِنْ
لَّدُنْكَ سُلْطٰنًا نَّصِيْرًا٥ (سورت بني اسرائيل آيت 80)

ترجمو: ۽ ائين عرض ڪريو اي منهنجا رب مون کي سچي نموني سان داخل ڪر ۽ سچي نموني سان ٻاهر ڪڍ ۽ مون کي پنهنجي طرفان مددگار قوت عطا ڪر.

يعني حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو هر ڪم سچائي تي ٻڌل آهي. ڪنهن ڪم جو ڪرڻ يا ڇڏي ڏيڻ سڀ سچائي سان ڳنڍيل آهن.

(10) وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَاٰمَنُوْا بِمَا نُزِّلَ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّهُوَ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّهِمْ كَفَّرَ عَنْهُمْ سَيِّاٰتِهِمْ وَاَصْلَحَ بَالَهُمْ0 ( سورت محمد آيت 2)

ترجمو: ۽ جن ايمان آندو ۽ سنا ڪم ڪيائون ۽ ان تي ايمان آندائون جيڪو محمد تي نازل ڪيو ويو ۽ اهوئي انهن جي رب جي طرف کان حق آهي الله انهن جون برايون ميٽي ڇڏيون ۽ انهن جو حال سنواري ڇڏيائين.

يعني حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي ۽ ان تي نازل ٿيل قرآن شريف تي ايمان آڻڻ وارن سان الله تعاليٰ انهن جي گناهن کي مٽائڻ ۽ نيڪين کي وڌائڻ جو واعدو ڪيو آهي.

(11) وَاِذْ اَخَذَ اللّٰهُ مِيْثَاقَ النَّبِيّٖنَ لَمَآ اٰتَيْتُكُمْ مِّنْ كِتٰبٍ وَّحِكْمَةٍ ثُمَّ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مُّصَدِّقٌ لِّمَا مَعَكُمْ لَتُؤْمِنُنَّ بِهٖ وَلَتَنْصُرُنَّهٗ قَالَ ءَاَقْرَرْتُمْ وَاَخَذْتُمْ عَلٰى ذٰلِكُمْ اِصْرِيْ قَالُوْٓا اَقْرَرْنَا قَالَ فَاشْهَدُوْا وَاَنَا مَعَكُمْ مِّنَ الشّٰهِدِيْنَ﴿۸۱﴾ فَمَنْ تَوَلّٰى بَعْدَ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ﴿۸۲﴾ (سورت آل عمران آيت 81_ 82)

ترجمو: ۽ ياد ڪيو جڏهن الله نبين کان واعدو ورتو تہ جيڪو مان توهان کي ڪتاب ۽ حڪمت ڏيان پوءِ توهان وٽ اچي اهو رسول جيڪو توهان جي ڪتابن جي تصديق ڪري تہ توهان ان تي ضرور ايمان آڻجو ۽ ان جي ضرور مدد ڪجو. فرمايائين ڇا توهان اقرار ڪيو ٿا ۽ ان تي منهنجي وڏي ذميواري کڻو ٿا. سڀني عرض ڪيو اسان اقرار ٿا ڪريون. فرمايائين تہ پوءِ توهان هڪٻئي تي شاهد ٿي وڃو ۽ مان پاڻ توهان سان شاهدن مان آهيان تہ جيڪو ان کان پوءِ ڦري تہ اهوئي فاسق آهي.

يعني الله تعاليٰ روحن جي دنيا (عالم ارواح) ۾ سڀني نبين کان حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت تي ايمان آڻڻ جو ۽ ان جي مدد ڪرڻ جو واعدو ورتو. اهو حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو شان آهي تہ الله پاڪ جي طرف کان سڀني نبين کي ان جي شاهدي

ڏيڻ ۽ ان جي مدد ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. يعني انهن کي اهو حڪم پنهنجين امتن ۾ مشهور ڪرڻ آهي تہ جڏهن اهو نبي اچي تہ ان (موجود)نبي جي مڃڻ وارا سڀ ان ختم المرسلين صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي ايمان آڻين ۽ ان جي امت ۾ شامل ٿي وڃن ڇوتہ هاڻي اهوئي ايمان قابل قبول هوندو.

جڏهن ڪنهن ٽولي جي سردار کان فرمانبرداري ڪرڻ جو واعدو ورتو ويندو آهي تہ سڄي ٽولي تي اها اطاعت ڪرڻ لازمي ٿي ويندي آهي. هاڻي جيئن تہ سيني نبين سڳورن حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت تي ايمان آڻڻ، سندن اطاعت ڪرڻ ۽ مدد ڪرڻ جو واعدو ڪري ڇڏيو آهي تہ سيئي امتون ان ڳالھ جون پابند آهن ۽ جيڪو بہ ٽولو ڪنهن نبي جو امتي آهي تہ اهو حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي ايمان آڻڻ کان انڪار ڪري نٿو سگهي. آيتن مان اهو ثابت آهي تہ اهو ميثاق (واعدو) انهن سيني نبين جي امتن لاءِ ۽ امتين کان آهي.

(12) اِنَّآ اَرۡسَلۡنٰكَ بِالۡحَقِّ بَشِيۡرًا وَّنَذِيۡرًا وَّلَا تُسۡـَٔلُ عَنۡ اَصۡحٰبِ الۡجَحِيۡمِ 0

(سورت بقر آيت 119)

ترجمو: اي منهنجا محبوب بيشڪ اسان توهان کي موڪليو حق سان ۽ خوشخبري ڏيڻ وارو ۽ ڊيڄارڻ وارو ڪري ۽ توهان کان دوزخين جو سوال نہ ڪيو ويندو.

اِنَّآ اَرۡسَلۡنٰكَ شَاهِدًا وَّمُبَشِّرًا وَّنَذِيۡرًا ۞ لِّتُؤۡمِنُوۡا بِاللّٰهِ وَرَسُوۡلِهٖ وَتُعَزِّرُوۡهُ وَتُوَقِّرُوۡهُ ؕ وَتُسَبِّحُوۡهُ بُكۡرَةً وَّاَصِيۡلًا ۞ (سورت فتح آيت 8_9)

ترجمو: بيشڪ اسان توکي موڪليو آهي شاهدي ۽ خوشخبري ڏيڻ وارو ۽ ڊيڄاريندڙ ڪري. اي انسانو توهان ايمان آڻيو الله تي ۽ ان جي رسول تي ۽ رسول جي عزت ۽ احترام ڪريو ۽ صبح شام الله جي پاڪائي بيان ڪيو.

يٰۤاَيُّهَا النَّبِىُّ اِنَّآ اَرۡسَلۡنٰكَ شَاهِدًا وَّمُبَشِّرًا وَّنَذِيۡرًا ﴿۴۵﴾ وَّدَاعِيًا اِلَى اللّٰهِ بِاِذۡنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيۡرًا ﴿۴۶﴾ (سورت احزاب آيت 45_ 46)

ترجمو: اي نبي بيشڪ اسان توکي شاهد، خوشخبري ڏيڻ وارو ۽ ڊيڄارڻ وارو ڪري موڪليو. ۽ الله جي طرف ان جي حڪم سان سڏيندڙ ۽ روشن ڪندڙ سج.

فَكَيْفَ اِذَا جِئْنَا مِنْ كُلِّ اُمَّةٍ بِشَهِيْدٍ وَّجِئْنَا بِكَ عَلٰى هٰٓؤُلَآءِ شَهِيْدًا٥

(سورت نساء آيت 41)

ترجمو: پوءِ ڪيئن هوندو جڏهن اسان هر امت مان هڪڙو شاهد آڻينداسين ۽ توهان کي انهن سڀني مٿان شاهد ۽ نگهبان ڪري آڻيون.

انهن ٽنهي آيتن سڳورين ۾ الله تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي بشير يعني خوسخبري ڏيڻ وارو ۽ نذير يعني ڊيڄارڻ وارو سڏيو آهي. نيڪي ڪرڻ وارن کي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم آخرت جي زندگي ۾ الله تعاليٰ جي خوشنودي جي خبر ٻڌائيندا هئا ۽ بڇڙايون ڪرڻ وارن کي الله تعاليٰ جي ناراضگي کان ڊيڄاريندا هيا. الله تعاليٰ جي رضا ئي سڀني آسائشن جو مرڪز (منبع) آهي ۽ ان جي ناراضگي سڀني تڪليفن جو مجموعو. اهو حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو شان آهي تہ انهن ٻنهي ڪمن کي بغير ڪنهن گهٽ وڌائي جي وڏي شاندار نموني سان سرانجام ڏنائون ۽ جنهن جي الله تعاليٰ بہ تائيد ۽ تعريف ڪرڻ فرمائي آهي. ان سان گڏ الله تعاليٰ کين شاهد جي لقب سان پڪاريو آهي يعني شاهدي ڏيڻ وارو. شاهد اهوئي هوندو آهي جيڪو واقعي جي ٿيڻ مهل موجود هجي ۽ ان کي ڏسندو هجي ۽ ٻڌندو هجي، ورنہ غير موجود ماڻهو ڪنهن بہ ڳالھ جي ڪهڙي شاهدي ڏيندو.

فقھ جا سڀ عالم ڄاڻن ٿا تہ شريعت جي قانون مطابق ٻڌل ڳالھ جي باري ۾ شاهدي ڏيڻ قابل قبول نہ هوندي آهي يا ائين ڪٿي چئجي تہ ڪو ماڻهو شاهد طور پيش ٿي اهو چوي تہ مون اها ڳالھ ٻڌي آهي تہ انصاف ڪرڻ وارو ان جي اها ڳالھ شاهدي طور قبول ڪونہ ڪندو. ڇوتہ شاهدي ڏيڻ وارو پاڻ موقعي تي موجود هيوئي ڪونہ. انهيءَ ڪري انهي موقعي جو ڪيس ڪوبہ مشاهدو ڪونہ هوندو جنهن ڪري شاهد نٿو ٿي سگهي.

اهڙي طرح جيڪڏهن پردي جي پٺيان کان ٻڌي ڪري شاهدي ڏئي تہ بہ ان ماڻهوءَ جي شاهدي قبول نہ ٿيندي آهي، ڇوتہ شاهدي لاءِ بغير ڪنهن رڪاوٽ جي ڏسڻ يعني مشاهدو ڪرڻ شرط آهي. الله تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي سڀني تي شاهد ڪري موڪليو آهي ۽ الله تعاليٰ پاڻ ان جي شهادت ڏئي رهيو آهي ۽ ان سان گڏوگڏ الله تعاليٰ کين "سراجًا وَّ منيرًا" جي لقب سان نوازيو آهي، يعني سج جيڪو سڀني کي

روشن ۽ چمڪندڙ ڪري ڇڏي ٿو جنهن جي روشني ۾ ڏسڻ وارا ڏسندا آهن. جيڪڏهن اها روشني (نور) نہ هجي تہ پوءِ اوندهہ ئي اوندهہ هجي، جنهن ۾ انڌا تہ ڏسي ئي ڪونہ سگهندا آهن پر انهي روشني (نور) کان سواءِ اکين وارا بہ ڏسڻ کان بيوس ٿي پوندا آهن: انهي ڪري الله تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي توقير ۽ عزت افزائي ڪئي آهي ۽ ايمان وارن کي بہ ان جو حڪم ڪيو آهي.

(13) وَلَوْ اَنَّهُمْ اِذْ ظَّلَمُوْٓا اَنْفُسَهُمْ جَآءُوْكَ فَاسْتَغْفَرُوا اللّٰهَ وَاسْتَغْفَرَ لَهُمُ الرَّسُوْلُ لَوَجَدُوا اللّٰهَ تَوَّابًا رَّحِيْمًا0 (سورت نساء آيت 64)

ترجمو: ۽ جڏهن اهي پنهنجو پاڻ تي ظلم ڪري ويهن (گناهہ ڪري ويهن) تہ اي محبوب اهي توهان وٽ اچي وڃن پوءِ الله کان پنهنجن گناهن جي معافي گهرن ۽ رسول انهن جي شفاعت فرمائي تہ اهي ضرور الله کي توبہ قبول ڪرڻ وارو ۽ مهربان لهندا.

يعني گناهہ ٿيڻ کان پوءِ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وسيلي سان معافي گهري وڃي ۽ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بہ ان لاءِ بخشش جي گهر ڪن تہ الله تعاليٰ ان کي قبول ڪري ڇڏي ٿو. جيئن شروع ۾ عرض ڪيو ويو آهي تہ قرآن شريف جي آيتن سڀورين جو لاڳاپو هميشگي (دائمي) وارو آهي ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رحمت جو هٿ مبارڪ سڄي امت تي هر وقت قائم ۽ دائم آهي: انهيءَ ڪري وسيلو اڄ بہ اهڙي ڪم وارو آهي جيئن سندن ظاهري دنياوي حياتي ۾ هيو ڇوتہ الله تعاليٰ جو فرمان سچو آهي ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نبوت برحق آهي. ها، البت اسان جي تڙپ، محبت، گُهر ۽ اعتقاد ۾ سچائي هجڻ گهرجي.

(14) وَاِنَّهٗ لَتَنْزِيْلُ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ﴿۱۹۲﴾ نَزَلَ بِهِ الرُّوْحُ الْاَمِيْنُ ﴿۱۹۳﴾ عَلٰى قَلْبِكَ لِتَكُوْنَ مِنَ الْمُنْذِرِيْنَ﴿۱۹۴﴾ بِلِسَانٍ عَرَبِيٍّ مُّبِيْنٍ﴿۱۹۵﴾ (الشعراء 192 ـ 195)

ترجمو: ۽ بيشڪ هي قرآن رب العالمين طرفان نازل ڪيل آهي. هن کي روح الامين کڻي ڪري آيو. تنهنجي دل تي تہ جيئن تون ڊيڄارين. روشن عربي زبان ۾.

لَوْ اَنْزَلْنَا هٰذَا الْقُرْاٰنَ عَلٰى جَبَلٍ لَّرَاَيْتَهٗ خَاشِعًا مُّتَصَدِّعًا مِّنْ خَشْيَةِ اللّٰهِ0 (سورت حشر آيت 21)

ترجمو: جيڪڏهن اسان اهو قرآن ڪنهن جبل تي لاهيون ها تہ ضرور تون ان کي جهڪيل ڏسين ها الله جي خوف کان ذرا ذرا ٿيندڙ.

اهو قرآن شريف جيڪڏهن جبل تي نازل ڪجي تہ اهو ان کي کڻڻ جي طاقت رکي نٿو سگهي. مگر سبحان الله حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو شان ڏسو ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي قلب جي همٿ (وسعت) تہ سندن قلب مبارڪ تي اهوئي قرآن شريف الله تعاليٰ روح الامين عليہ سلام جي ذريعي نازل ٿو فرمائي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم نہ صرف ان کي کڻڻ جي همت رکن ٿا پر ان کي صحيح نموني سمجهڻ وارا بہ. سرڪار صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڇاتہ شان مبارڪ آهي.

(15) قُلْ يٰاَيُّهَا النَّاسُ اِنِّيْ رَسُوْلُ اللّٰهِ اِلَيْكُمْ جَمِيْعًا ۨ الَّذِيْ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ ۠ فَاٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الَّذِيْ يُؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَكَلِمٰتِهٖ وَاتَّبِعُوْهُ لَعَلَّكُمْ تَهْتَدُوْنَ O (سورت الاعراف آيت 158)

ترجمو: توهان فرمايو اي انسانو! بيشڪ مان توهان سڀني ڏانهن ان الله جو رسول آهيان جو زمين ۽ آسمانن جي بادشاهي ان جي آهي ان کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق (معبود) ڪونہ آهي اهوئي جياري ۽ ماري ٿو پوءِ ايمان آڻيو الله ۽ ان جي امي رسول غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ تي، جيڪو الله ۽ ان جي ڪلمن تي ايمان رکي ٿو ۽ ان جي غلامي ڪريو تہ توهان واٽ لهندؤ.

تَبٰرَكَ الَّذِيْ نَزَّلَ الْفُرْقَانَ عَلٰى عَبْدِهٖ لِيَكُوْنَ لِلْعٰلَمِيْنَ نَذِيْرًا O (سورت فرقان آيت 1)

ترجمو: وڏي برڪت وارو آهي اهو جنهن نازل ڪيو قرآن پنهنجي ٻانهي تي جيڪو تمام جهانن کي ڊيڄارڻ وارو آهي.

هُوَ الَّذِيْٓ اَرْسَلَ رَسُوْلَهٗ بِالْهُدٰى وَدِيْنِ الْحَقِّ لِيُظْهِرَهٗ عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهٖ وَلَوْ كَرِهَ الْمُشْرِكُوْنَ O (سورت الصف آيت 9)

ترجمو: اهوئي آهي جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ سچي دين سان موڪليو تہ جيئن مڙني دينن تي غالب ڪري توڙي مشرڪن کي نہ وڻي.

كَتَبَ اللّٰهُ لَاَغْلِبَنَّ اَنَا وَرُسُلِيْ O (سورت المجادله آيت 21)

ترجمو: الله لکي ڇڏيو آهي تہ مان ۽ منهنجو رسول ضرور غالب ايندا سين.

انهن آيتن ۾ الله تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت ڪُلي جو اعلان ڪيو آهي. انهيءَ ڪري هتي سيني انسانن کي مخاطب ڪيو ويو آهي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪنهن هڪڙي ٽولي يا قبيلي ڏانهن نہ بلڪ پوري انسانيت ڏانهن نبي ڪري موڪليا ويا آهن تہ جيئن انهن کي الله تعاليٰ جو پيغام پهچائين. الله تعاليٰ حڪم ڪري ٿو تہ جيڪڏهن هدايت وارا ٿيڻ گهرو ٿا ۽ صحيح واٽ تي هلڻ گهرو ٿا، اها واٽ جيڪا توهان کي الله جي رضا تائين پهچائي ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ ڪامياب ۽ ڪامران ڪري تہ هن امي نبي جي پيروي ۽ تابعداري ڪريو (وَاتَّبِعُوه)

وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا كَآفَّةً لِّلنَّاسِ بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا وَّلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ0
(سورت سبا آيت 28)

ترجمو: ۽ اي محبوب! اسان توکي نہ موڪليو مگر اهڙي رسالت سان جيڪا سيني ماڻهن کي وڪوڙڻ واري آهي، خوشخبري ۽ ڊيڄاريندڙ (ڪري) پر گهڻا ماڻهو نٿا سمجهن.

هن ۾ سمجهڻ جي ڳالهہ اها آهي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت جو لاڳاپو حضرت آدم عليہ السلام جي سموري اولاد (بني آدم) يعني سڄي انسانذات (ڪافت لناس) تي ٿئي ٿو. يعني حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي قيامت تائين اچڻ وارن ماڻهن جي لاءِ ۽ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان پهريائين بہ جيڪي رسول ۽ نبي سڀ‍ُورا آيا انهن ۾ سندن رسالت جو عڪس هيو.

(16) وَمَا هُوَعَلَى الْغَيْبِ بِضَنِيْنٍ0 (سورت التڪوير آيت 24)

ترجمو: ۽ هي نبي غيب ٻڌائڻ ۾ ڪنجوس نہ آهي.

وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُطْلِعَكُمْ عَلَى الْغَيْبِ وَ لٰكِنَّ اللّٰهَ يَجْتَبِیْ مِنْ رُّسُلِهٖ مَنْ يَّشَآءُ فَاٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرُسُلِهٖ وَاِنْ تُؤْمِنُوْا وَتَتَّقُوْا فَلَكُمْ اَجْرٌعَظِيْمٌ0 (آل عمران آيت 179)

ترجمو: ۽ الله جو اهو شان نہ آهي تہ اي عام انسانو! اوهان کي غيب جو علم ڏئي ڇڏي ها، الله پنهنجن رسولن مان جنهن کي گهرندو چونڊيندو آهي تنهن ڪري الله ۽ ان جي رسول تي ايمان آڻيو ۽ جيڪڏهن ايمان آڻيندا ۽ پرهيزگار ٿيندا تہ اوهان لاءِ وڏو ثواب آهي.

عٰلِمُ الۡغَيۡبِ فَلَا يُظۡهِرُ عَلٰى غَيۡبِهٖۤ اَحَدًا ۙ﴿۲۶﴾ اِلَّا مَنِ ارۡتَضٰى مِنۡ رَّسُوۡلٍ فَاِنَّهٗ يَسۡلُكُ مِنۡۢ بَيۡنِ يَدَيۡهِ وَمِنۡ خَلۡفِهٖ رَصَدًا ۙ﴿۲۷﴾ (سورت الجن آيت 26_27)

ترجمو: غيب ڄاڻڻ وارو پوءِ پنهنجي غيب کي ڪنهن تي ظاهر نہ ڪندو آهي. سواءِ پنهنجي پسنديده رسولن جي، پوءِ بيشڪ انهن جي اڳيان پٺيان پهرو مقرر ڪري ڇڏيندو آهي.

نبي جو لفظ "نباء" مان نڪتل آهي يعني خبرن ٻڌائڻ وارو. ڪهڙيون خبرون، اهي خبرون جيڪي ماڻهن کي سندن بشري ڪمال ۽ انساني ذاهپ جي استعمال ڪرڻ سان بہ حاصل ٿي نہ سگهن ۽ صرف الله پاڪ جي طرفان پهتيون هجن. ظاهر آهي اهڙي خبر کي ئي اسان غيب جي خبر چونداسين. مٿي لکيل آيتن سڀورين ۾ ان ڏانهن اشارو ٿيل آهي. هڪڙي ٻي آيت سڀوري جيڪا حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي باري ۾ آهي، اها هي آهي:_

وَ اُنَبِّئُكُمۡ بِمَا تَاۡكُلُوۡنَ وَمَا تَدَّخِرُوۡنَ فِىۡ بُيُوۡتِكُمۡ اِنَّ فِىۡ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لَّـكُمۡ اِنۡ كُنۡتُمۡ مُّؤۡمِنِيۡنَ۝ (سورت آل عمران آيت 49)

ترجمو: ۽ الله جي حڪم سان توهان کي ٻڌائيندو آهيان جيڪي توهان کائيندا آهيو ۽ جيڪي ڪجهہ توهان پنهنجن گهرن ۾ گڏ ڪري رکو ٿا بيشڪ انهن ڳالهين ۾ توهان لاءِ وڏي نشاني آهي جيڪڏهن توهان ايمان رکو ٿا.

حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي تہ اهو غيب جو علم حاصل هيو ۽ الله تعاليٰ کان عطا ٿيل هيس. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي باري ۾ ان کان مٿي آيتون سڀوريون بيان ڪيون ويون آهن. هاڻي هر سالم عقل وارو ماڻهو پاڻ ئي سوچي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شان وٽان ڪهڙي ڳالهہ تي سگهي ٿي ۽ ان جي حد ڪهڙي ٿي سگهي ٿي جنهن جو اشارو سورت النجم جي آيت 1 کان 18 ۾ آهي.

(17) وَلِلّٰهِ الۡعِزَّةُ وَلِرَسُوۡلِهٖ وَلِلۡمُؤۡمِنِيۡنَ وَلٰـكِنَّ الۡمُنٰفِقِيۡنَ لَا يَعۡلَمُوۡنَ۝ (سورت المنافقون آيت 8)

ترجمو: ۽ عزت الله ۽ ان جي رسول ۽ مؤمنن جي واسطي آهي، پر منافق ان جو علم (ڄاڻ) نٿا رکن.

صحي معنيٰ ۾ عزت الله تعاليٰ عز و جل جي ئي آهي ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ۽ انهن ماڻهن جي جيڪي انهن تي ايمان آڻين ٿا. صرف اهائي عزت دائمي، ابدي ۽ ٻنهي جهانن ۾ آهي جيڪا الله ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي طرفان هجي. اڄ ڪلهہ جيڪي ماڻهو دنياوي فائدي يا ماڻهن ۾ عزت وارو ۽ مقبول ٿيڻ لاءِ الله پاڪ ۽ حضور پرنور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حڪمن جي مخالفت ڪندا آهن انهن کي معلوم هجڻ کپي تہ اهڙي نموني سان اهي ڪڏهن بہ عزت حاصل ڪري نہ سگهندا. ڇوتہ حقيقي عزت تہ مؤمنن لاءِ ئي آهي جيڪي الله ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حڪمن جي پيروي ڪن ٿا.

(18) لَقَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ عَزِيْزٌ عَلَيْهِ مَا عَنِتُّمْ حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ بِالْمُؤْمِنِيْنَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ۝ (سورت توبه آيت 128)

ترجمو: بيشڪ توهان وٽ تشريف ڪٺي آيو توهان مان ئي اهو رسول جنهن کي توهان جي تڪليف ڏاڍي ڏکي لڳندي آهي توهان جي ڀلائي جو سختي سان چاهيندڙ مسلمانن تي شفقت فرمائيندڙ مهربان آهي.

يعني الله تعاليٰ هن ۾ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سهڻي اخلاق کي کهڙي نہ چڱي انداز ۾ بيان ڪيو آهي تہ پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انسانذات کي تڪليف ۾ ڏسڻ نٿا گهرن ۽ انهن کي تڪليف ۽ مصيبت ۾ ڏسڻ خدا جي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي ڏکيو ٿو گذري. جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي اهي هر وقت انهن جي ڀلائي گهرندڙ ۽ ڪوشش ڪندڙ آهن. حقيقي ڀلائي الله تعاليٰ جي رضا آهي ۽ حقيقي مصيبت الله تعاليٰ جو عذاب آهي. انهيءَ ڪري هادي رهبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ماڻهن کي سڌي واٽ ڏيکارڻ ۽ ان تي هلائڻ ۽ مصيبت کان بچائڻ جي لاءِ لڳاتار ڪوشش ۾ رهيا. بيشڪ سرڪارِ مدينہ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رئوف ۽ رحيم واري صفت مؤمنن جي لاءِ هر وقت ظاهر آهي.

(19) وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُعَذِّبَهُمْ وَاَنْتَ فِيْهِمْ۝ (سورت انفال آيت 33)

ترجمو: ۽ الله جو ڪم نہ آهي تہ انهن تي عذاب ڪري جيستائين اي محبوب توهان انهن ۾ تشريف فرما آهيو.

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي موجودگي مڪمل طور تي مصيبت ۽ عذاب جي ٽارڻ جو سبب آهي، ڇوتہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي موجودگي ۾ عذاب نازل نٿو ٿي سگهي ۽ الله تعاليٰ جو اهو فيصلو آهي. ان مان اهو بہ معلوم ٿيوتہ مدينو پاڪ سدائين لاءِ عذاب الاهي کان محفوظ ۽ نگهباني ۾ رهندو. ٻيو اهوتہ جنهن دل ۾ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم گهر ڪن تہ ان جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي.

(20) يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللهَ وَابْتَغُوٓا اِلَيْهِ الْوَسِيْلَةَ وَجَاهِدُوْا فِيْ سَبِيْلِهٖ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَo (سورت المآئده آيت 35)

ترجمو: اي ايمان وارو! ڊڄو الله کان ۽ ان ڏانهن وسيلو ڳوليو ۽ جهاد ڪريو ان جي واٽ ۾ تہ جيئن توهان ڪامياب ٿيو.

ڪنهن سوالي يا مجبور کي ڪنهن تائين رسائي حاصل ڪرڻ لاءِ يا پنهنجي غرض جي پورائي لاءِ وسيلي ڳولڻ ۽ هٿ ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي تہ اهڙي ماڻهوءَ کي هٿ ڪندو آهي جنهن جي ان (غرض پوري ڪرڻ واري) ماڻهوءَ سان سڃاڻپ ۽ دوستي هجي ۽ اهو ماڻهو ان ماڻهوءَ سان جنهن ۾ ڪم قاتل آهي ويجهڙو هجي تہ اهوئي بهتر ۽ ڪاميابي وارو سفارشي (وسيلو) هوندو آهي. هن ڪائنات ۾ الله تعاليٰ جي زور ويجهو هستي سندس محبوب حضرت محمّد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم آهن. اسان گناهگار ماڻهن لاءِ الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ سندس ئي حڪم مطابق وسيلو ڳولڻ لاءِ رحمت للعالمين صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذات اقدس کان وڌيڪ ٻيو ڪير ٿي سگهي ٿو. جڏهن تہ مٿي 13 نمبر تي بيان ڪيل سورت نساء جي آيت نمبر 64 ۾ الله تعاليٰ پاڻ ئي لفظ "جائوڪ" ارشاد فرمايو آهي يعني تو وٽ اچن. اهو لفظ واضح ٿو ڪري تہ اسان جي لاءِ ضروري آهي تہ الله تعاليٰ جي حڪم مطابق ان ڏانهن حضور پاڪ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ئي وسيلو وٺون ۽ اهو ڪم ۽ لاڳيتي ڪوشش ڪريون تہ جيئن آقاء ڪائنات صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سفارش (وسيلو) حاصل ٿي وڃي. جنهن لاءِ اسان کي طريقت جي صاحبن کان مدد وٺي رهنمائي بہ حاصل ڪرڻ گهرجي.

(21) وَاللهُ يَعْصِمُكَ مِنَ النَّاسِo (سورت المآئده آيت 67)

ترجمو: ۽ الله ماڻهن کان توهان جي حفاظت ڪندو.

الله الله! حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڇاتہ شان آهي. اها آيت سڳوري ان وقت نازل ٿي جڏهن خدا ۽ رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا دشمن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جان جا دشمن ٿي ويا ۽ قتل ڪرڻ جا ڪيترائي منصوبا ٺاهيندا رهيا ۽ حيلا ڪندا رهيا ۽ هر وقت انهي ڪوشش ۾ رهندا هيا تہ موقعو هٿ اچي تہ اهو ڪم ڪري وٺن. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا جانثار هر وقت پهرو ڏيندا هيا. ان زماني ۾ جڏهن اها آيت سڳوري نازل ٿي تہ الله تعاليٰ پنهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنڀال پنهنجي ذمي کنئي آهي تہ خدا جي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان ئي وقت پهرو ختم ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ ان کان پوءِ اهڙي ڪنهن بہ شئي جي اجازت ڪونہ ڏني ڇوتہ جڏهن الله تعاليٰ پاڻ نگهبان آهي تہ پوءِ ڪنهن ٻئي جي ڪهڙي ضرورت آهي.

(22) مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ وَالَّذِيْنَ مَعَهٗٓ اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ تَرٰهُمْ رُكَّعًا سُجَّدًا يَّبْتَغُوْنَ فَضْلاً مِّنَ اللّٰهِ وَرِضْوَانًا سِيْمَاهُمْ فِيْ وُجُوْهِهِمْ مِّنْ اَثَرِ السُّجُوْدِ٥ (سورت فتح آيت 29)

ترجمو: محمد الله جو رسول آهي ۽ ان جا ساٿي ڪافرن تي سخت آهن ۽ پاڻ ۾ نرم دل آهن. تون ڏسندين انهن کي رڪوع ڪندي ۽ سجدن ۾ ڪرندي الله جي رضا ۽ فضل ڳوليندي انهن جي نشاني انهن جي پيشانين تي سجدن جا نشان آهن.

الله تعاليٰ هتي پنهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ سندس اصحابن جي بہ تعريف ڪري رهيو آهي. سبحان الله! حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڪهڙو تہ شان آهي جو الله تعاليٰ نہ صرف سندن صفت بيان ڪرڻ فرمائي آهي پر سندن اصحابن جي بہ صفت بيان ڪرڻ فرمائي آهي. ان مان نہ صرف اصحابي سڳورا ان آيت جي مصداق آهن بلڪ اهي سيئي ماڻهو جيڪي ايمان سان سينگاريل آهن ۽ سندن روحاني فيض سان فيضياب آهن.

(23) يَمُنُّوْنَ عَلَيْكَ اَنْ اَسْلَمُوْا قُلْ لَّا تَمُنُّوْا عَلَيَّ اِسْلَامَكُمْ بَلِ اللّٰهُ يَمُنُّ عَلَيْكُمْ اَنْ هَدٰكُمْ لِلْاِيْمَانِ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ٥ (سورت الحجرات آيت 17)

ترجمو: اي محبوب! اهي توتي احسان ٿا جتائين مسلمان ٿيڻ جو. تون فرماءِ پنهنجي اسلام جو مون تي احسان نہ جتايو بلڪ الله توهان تي احسان ڪري ٿو جو ان توهان کي اسلام جي هدايت ڪئي جيڪڏهن سچا آهيو.

اسلام مڃي ان کي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي احسان سمجهي جتلائڻ کي نہ صرف الله تعاليٰ پسند نہ ڪيو آهي بلڪ حقيقت بہ اها آهي تہ ايمان آڻڻ وارن تي اهو الله تعاليٰ جو وڏو احسان آهي تہ انهن کي هدايت ۽ ايمان جي نور سان سينگاريائين ۽ سچي مسلمان جي اها نشاني آهي تہ اهو پنهنجي ايمان ۽ نيڪي جي توفيق کي الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ احسان سمجهي.

(24) وَلَوْ اَنَّهُمْ رَضُوْا مَآ اٰتٰهُمُ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ وَقَالُوْا حَسْبُنَا اللّٰهُ سَيُؤْتِيْنَا اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ وَرَسُوْلُهٗٓ اِنَّآ اِلَى اللّٰهِ رٰغِبُوْنَ0 (سورت توبہ آيت 59)

ترجمو: ۽ ڪهڙو نہ چڱو هجي ها جيڪڏهن اهي ان تي راضي هجن ها جيڪو الله ۽ ان جي رسول انهن کي ڏنو ۽ چون ها الله اسان کي ڪافي آهي، هاڻي اسان کي ڏئي ٿو الله پنهنجي فضل سان ۽ الله جو رسول، اسان کي الله ڏانهن ئي لاڙو آهي.

يعني الله تعاليٰ جي عطا ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عطا تي راضي ٿي وڃڻ الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رضا حاصل ڪرڻ جي برابر آهي ۽ جنهن کان الله تعاليٰ راضي ٿي وڃي هر شئي ان جي آهي.

(25) اِنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا0 (سورت احزاب آيت 33)

ترجمو: الله تہ اهو ٿو گهري تہ اي نبي جا اهلبيت توهان کان هر پليتي کي پري رکي ۽ توهان کي پاڪ ڪري سهڻو ۽ صاف ڪري ڇڏي.

الله تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اهلبيت، جن ۾ سندن گهر وارين (امهات المؤمنين)، حضرت علي عليہ السلام، حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ حضرات حسنين ڪريمين عليهم السلام شامل آهن، کي پاڪ ڪري رکيو آهي ۽ انهن جي پاڪائي جو اظهار ڪرڻ فرمايو آهي. {اها پاڪائي دنيا جي هر پليتي کان آهي جنهن ۾ ڪوڙ، ننڊي، لالچ ۽ سوچ سان گڏ سيئي دنياوي غلاظتون شامل آهن. پنجتن پاڪن

عليهم السلام لاءِ اهو سوچي بہ نٿو سگهجي تہ انهن ڪڏهن دنياوي ڳالهہ جي اثر هيٺ ڪو قدم ڪنيو هجي. جنهن ۾ ڪوڙ نڳي ۽ لالچ بہ اچي وڃن ٿا ۽ انهن اثرن هيٺ ڪا ڪوڙي دعوا ڪئي هجي. سنڌيڪار}

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو آهي تہ هر ماڻهوءَ جو سبب ۽ نسب قيامت جي ڏينهن ختم ٿي ويندا سواءِ منهجي سبب ۽ نسب جي. نسب مان مراد سندن اولاد آهي جنهن ۾ سندن نياڻي (حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها) ۽ ان جي اولاد جو نسل شامل آهي ۽ سبب ۾ سندن پاڪ گهرواريون يعني امهات المؤمنين آهن.

(26) سُبْحٰنَ الَّذِيْٓ اَسْرٰى بِعَبْدِهٖ لَيْلًا مِّنَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ اِلَى الْمَسْجِدِ الْاَقْصَا الَّذِيْ بٰرَكْنَا حَوْلَهٗ لِنُرِيَهٗ مِنْ اٰيٰتِنَا اِنَّهٗ هُوَ السَّمِيْعُ الْبَصِيْرُ0 (سورت بني اسرائيل آيت 1)

ترجمو: پاڪ آهي اها ذات جيڪا پنهنجي ٻانهي کي راتون رات مسجدالحرام کان مسجدالاقصيٰ تائين وٺي وئي جنهن جي چوڌاري اسان برڪت رکي آهي تہ (جيئن) اسان ان کي پنهنجون وڏيون نشانيون ڏيکاريون بيشڪ اهو ٻڌندڙ (۽) ڏسندڙ آهي.

ان آيت ۾ الله تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي جيڪو خاص انعام فرمايو آهي ان کي چڱي طرح واضح انداز ۾ بيان ڪيو آهي جو پنهنجي ذات سان گڏ "سبحان" جو لفظ لڳايو آهي يعني اهو تہ جنهن ڳالهہ جو هاڻي ذڪر ڪيو وڃي ٿو اها نهايت ئي وڏي شئي آهي ۽ اها هي آهي تہ الله تعاليٰ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي معراج جو ذڪر فرمائي رهيو آهي. الله تعاليٰ پنهنجي خاص ٻانهي کي راتو رات مسجدالحرام کان برڪت واري مسجد الاقصيٰ تائين وٺي ويو ۽ پوءِ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي پنهنجون بيشمار نشانيون يعني عجائبات ۽ محسوسات ڏيکاريا. ان آيت سڄوريءَ مان صاف ۽ چٽو ظاهر ٿئي ٿو تہ معراج جسماني هيو ڇوتہ الله تعاليٰ پنهنجي ذات سان گڏ "سبحان" جي نسبت لڳائي اهو ٻڌائي رهيو آهي. جيڪڏهن ننڊ جي حالت ۾ خواب وانگر هجي ها يا روحاني طرح هجي ها تہ ان ۾ ايتري عظمت واري ڳالهہ نہ هجي ها. جڏهن تہ اڄ ڪلهہ جي زماني ۾ رب العزت جي مقابلي ۾ نهايت ئي محدود اختيارن جو مالڪ انسان بہ پنهنجين ايجاد ڪيل مشينن جي ذريعي

وڏا ڪم ڪري سگهي ٿو تہ يقينن جنهن ڳالهہ کي الله پاڪ پنهنجي ذات سان گڏ "سبحان" چئي ڪري بيان فرمايو آهي اها نهايت ئي عظيم هوندي ۽ يقينن اهو جسماني ۽ روحاني گڏيل معراج هيو. ٻيو تہ "عبد" يعني ٻانهي جو لفظ جسم سان ئي مڪمل ٿئي ٿو صرف روح سان پورو نٿو ٿئي. ائين "اسرا" (سير) جو لاڳاپو بہ جسم سان ئي هوندو آهي. روحاني سير يا خواب کي اسرا ڪونہ چيو ويندو آهي. لھٰذا اسرا ۽ معراج سڄو سارو سجاڳي جي حالت ۾ جسم سان گڏ هيو.

(27) يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ قَدۡ جَآءَكُمۡ بُرۡهَانٌ مِّنۡ رَّبِّكُمۡ وَاَنۡزَلۡنَاۤ اِلَيۡكُمۡ نُوۡرًا مُّبِيۡنًا٥
(سورت النساء آيت 175)

ترجمو: اي انسانو! بيشڪ توهان وٽ توهان جي رب جي طرف کان چٽو دليل (برهان) آيو ۽ اسان توهان ڏانهن روشن نور نازل ڪيو آهي.

قَدۡ جَآءَكُمۡ مِّنَ اللّٰهِ نُوۡرٌ وَّكِتٰبٌ مُّبِيۡنٌ٥ (سورت المآئده آيت 15)

ترجمو: بيشڪ توهان وٽ الله جي طرف کان هڪ نور ۽ روشن ڪتاب آيا.

انهن ٻنهي آيتن سڳورين مان هڪڙي ۾ الله تعاليٰ پنهنجي ڪتاب ۽ ان کان سواءِ هڪڙي نور جي موڪلڻ جو ذڪر ڪرڻ فرمايو آهي. ٻي آيت ۾ نور ۽ ڪتاب مبين جو ذڪر فرمايو آهي. ظاهر آهي تہ اهو ڪتاب مبين ۽ نور الڳ الڳ بہ شيون آهن ڇوتہ ان ۾ "و" يعني "۽" جو لفظ ٻنهي جي وچ ۾ رکيو ويو آهي. جنهن مان اسان کي معلوم ٿيو تہ ڪتاب کان سواءِ جنهن نور جي موڪلڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي ان مان مراد حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذات مبارڪ ئي آهي، جن جي طفيل هدايت جي واٽ ۽ ڪتاب مبين پهچي رهيو آهي. سراج ۽ منير جو لقب بہ ان تي وڌيڪ دليل آهي. ها، البت ٻين جاين تي اسلام، ايمان ۽ قرآن کي بہ نور سان تعبير ڪيو ويو آهي. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وسيلي يا ڪائنئن جيڪو ڪجهہ بہ مليو ۽ حاصل ٿيو ۽ جنهن کي بہ مليو اهو نور ئي نور آهي. ڇوتہ سج مان روشني ئي ملندي آهي.

(28) وَالنَّجۡمِ اِذَا هَوٰىۙ ﴿۱﴾ مَا ضَلَّ صَاحِبُكُمۡ وَمَا غَوٰىۚ ﴿۲﴾ وَمَا يَنۡطِقُ عَنِ الۡهَوٰىؕ
﴿۳﴾ اِنۡ هُوَ اِلَّا وَحۡىٌ يُّوۡحٰىۙ ﴿۴﴾ عَلَّمَهٗ شَدِيۡدُ الۡقُوٰىۙ ﴿۵﴾ ذُوۡ مِرَّةٍ فَاسۡتَوٰىۙ ﴿۶﴾ وَهُوَ بِالۡاُفُقِ الۡاَعۡلٰى
﴿۷﴾ ثُمَّ دَنَا فَتَدَلّٰىۙ ﴿۸﴾ فَكَانَ قَابَ قَوۡسَيۡنِ اَوۡ اَدۡنٰىۚ ﴿۹﴾ فَاَوۡحٰۤى اِلٰى عَبۡدِهٖ مَاۤ اَوۡحٰىؕ ﴿۱۰﴾ مَا كَذَبَ
الۡفُؤَادُ مَا رَاٰى ﴿۱۱﴾ اَفَتُمٰرُوۡنَهٗ عَلٰى مَا يَرٰى ﴿۱۲﴾ وَلَقَدۡ رَاٰهُ نَزۡلَةً اُخۡرٰىۙ ﴿۱۳﴾ عِنۡدَ سِدۡرَةِ

الْمُنْتَهٰى ﴿١٤﴾ عِنْدَهَا جَنَّةُ الْمَاْوٰى ﴿١٥﴾ اِذْ يَغْشَى السِّدْرَةَ مَا يَغْشٰى ﴿١٦﴾ مَا زَاغَ الْبَصَرُ وَمَا طَغٰى ﴿١٧﴾ لَقَدْ رَاٰى مِنْ اٰيٰتِ رَبِّهِ الْكُبْرٰى ﴿١٨﴾ (سورت النجم آيت 1 کان 18)

ترجمو: ان چمڪندڙ تاري (محبوب محمّد) جو قسم آهي جڏهن اهو (معراج) کان لٿو. تنهنجو ساٿي نہ ڀليو نہ واٽ ڇڏي هليو. ۽ ڪابہ ڳالهہ پنهنجي خواهش سان نٿو ڪري. مگر اهو جيڪو کيس وحي ڪري موڪليو وڃي ٿو. ان کي سيکاريو سخت قوت رکڻ واري. پوءِ ان جلوي ارادو (قصد) فرمايو. ۽ اهو مٿين آسمان جي بلند ڪناري تي هو. پوءِ اهو جلوو ويجهو ٿيو. پوءِ ان جلوي ۽ ان محبوب وچ ۾ ٻن هٿن جو بلڪ ان کان بہ گهٽ فاصلو رهيو. پوءِ وحي فرمايائين پنهنجي ٻانهي جي طرف جو ڪجهہ بہ وحي فرمائڻو هيس. جيڪو ڪجهہ ڏٺائين دل ان کي ڪوڙو ڪونہ چيس. پوءِ ڇا توهان جهڳڙو ڪيو ٿا ان جي ڏٺل تي. ۽ ان تہ اهو جلوو بہ ٻيرا ڏٺو. سدرت المنتهيٰ وٽ. جتي جنت الماويٰ آهي. جڏهن ٻير (سدره) کي ڍڪي رهيو هو جو ڪجهہ ڍڪي رهيو هو. نہ اک ڪنهن طرف ڦري ۽ نہ حد کان لنگهي. بيشڪ پنهنجي رب جون نهايت وڏيون نشانيون ڏٺائين.

انهن آيت سڳورين ۾ الله تعاليٰ پنهنجي حبيب ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شان ۾ بي انداز صفتون بيان ڪيون آهن جنهن جو ڪاٿو لڳائڻ مون جهڙي ڪم علم ۽ گهٽ ڄاڻ واري ماڻهوءَ لاءِ مشڪل ئي نہ پر ناممڪن آهي. حقيقت تہ اها آهي تہ انهن آيتن سڳورين ۾ جيڪو ڪجهہ بيان ڪيو ويو آهي ان جي صحي حقيقت تہ الله تعاليٰ جي ذات اقدس کي ئي آهي يا ان جي پياري محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي. اهو واقعو معراج ڏانهن اشارو ڪري ٿو. الله تعاليٰ قسم کائي فرمائي رهيو آهي تہ منهنجو محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي مرضي سان ڪائي ڳالهہ نہ ڪندو آهي يعني پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو هڪڙو هڪڙو لفظ ۽ سندن هر ادا الله تعاليٰ جي مرضي ۽ حڪم جي مطابق هوندي آهي. سندن هر فرمان الله تعاليٰ جي فرمان مطابق هوندو آهي.

پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪا ڳالهہ ڪندا آهن اها صرف وحي جي مطابق نہ پر عين وحي ئي هوندي آهي (يعني الله

تعاليٰ وحي کان سواءِ بہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي سڌو سنئون حڪم احڪام ۽ هدايتون ڪندو هو.سنڌيڪار) انهيءَ ڪري حديثن جا امام حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حديثن کي غيرمتلو وحي (حديث قدسي) چوندا آهن. اڳتي الله تعاليٰ فرمائي ٿوتہ ان کي سيکارڻ واري ذات انتهائي طاقتور ۽ قوت واري آهي، جنهن جي قوت ۾ ڪائي گهٽتائي ڪونہ آهي. اها ذات الله تعاليٰ جي ئي ٿي سگهي ٿي. جنهن جو مطلب ٿيوتہ الله تعاليٰ پاڻ ئي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي هر ڳالهہ جو علم سيکارڻ وارو آهي ۽ معراج جي رات الله تعاليٰ پنهنجي محبوب ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي پنهنجو جلوو بنا پردي جي ڏيکارڻ گهريو تہ کين پنهنجي ويجهو ڪري ڇڏيو ۽ ايترو ويجهو جيئن بہ ڪمانون بلڪ ان کان بہ ويجهو (فَڪانَ قابَ قَوسين او ادنيٰ) الله الله! ايتري ويجهڙائپ. يعني ٻنهي جهانن جي مالڪ ۽ ٻنهي جهانن جي رحمت ۾ سيئي مفاصلا ختم ٿي ويا ۽ اهي پاڻ ۾ هڪ ٿي ويا. جنهن کي ٻنهي پاڪ هستين جو وصل ئي چوڻ کپي. هي اها شئي آهي جنهن جو انسان خيال نٿو ڪري سگهي ۽ ان جي عقل، سمجهہ ۽ ڏاهپ کان پري ۽ گهڻو مٿي آهي. ان کي اندازي ۾ آڻڻ مشڪل ئي نہ پر ناممڪن آهي. محب ۽ محبوب جي (نور جي نور سان) ملاقات ٿيڻ وقت ڪهڙيون راز و نياز جون ڳالهيون ٿيون ۽ الله تعاليٰ پنهنجي محبوب کي ڇاڇا سيکاريو يا پڙهايو ۽ ڏيکاريو اهو انهن ٻنهي پاڪ هستين جي ئي علم جي ڳالهہ آهي. (فَاوحيٰ اِليٰ عبدِهٖ مآ اوحيٰ) سيکارڻ وارو بلند ترين ۽ سکڻ وارو ان بلند جي قريب ترين. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهي سيکاريل علم مان ڪجهہ ڳالهيون ماڻهن ۾ بيان فرمايون تہ جن جي سمجهہ ۽ يقين معمولي ۽ اڻ پورا هيا انهن کي ان تي شڪ ٿيو. ان آيت سڳوري کان اڳتي الله تعاليٰ پاڻ ئي ان جو جواب ڏئي رهيو آهي تہ منهنجي محبوب جيڪو ڪجهہ ڏٺو بلڪل اهوئي ان بغير ڪنهن گهٽ وڌائي جي بيان ڪيو آهي. گڏوگڏ ٻيهر زور ڏئي فرمايو تہ ان تہ پنهنجي رب جي جلوي کي بنا پردي (حجاب) جي ڏٺو ۽ ڏسڻ وقت (ما زاغ البصر وما طغيٰ) نہ اک ڪنهن طرف ڦيري ۽ نہ حد کان وڌي. يعني حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم الله پاڪ جي جلوي کي چڱيءَ طرح

ڏٺو ۽ ان جي ڏسڻ ۾ نہ اکيون چنيون ۽ نہ هيڏي هوڏي ڦيريون، بلڪ اکيون ان جلوي کي ئي ڏسنديون رهيون.

ان کان پوءِ الله تعاليٰ فرمائي ٿوتہ بيشڪ ان پنهنجي رب جون ڪيتريون ئي وڏيون نشانيون ڏٺيون. هاڻي اهو جيڪو مٿي بيان ٿي چڪو آهي ان ۾ الله تعاليٰ پنهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو شان بيان ڪيو آهي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي پنهنجو ديدار بنا حجاب جي ڪرايو بلڪ وصل ۽ بيشمار علم سيکاريا ۽ پنهنجون بيشمار نشانيون ڏيکاريون.

هي اهو مرتبو آهي جيڪو ڪنهن ٻئي نبي سڳوري کي حاصل نہ ٿي سگهيو بلڪ ڪوبہ نبي سڳورو ان جي ويجهو بہ وڃي نہ سگهيو. ڪٿي الله پاڪ جو برگزيده اولي العزم پيغمبر حضرت موسيٰ عليہ السلام! جڏهن الله تعاليٰ کي ديدار ڪرائڻ جو عرض ٿو ڪري تہ ڏسڻ جي همٿ ۽ طاقت ڪٿي. الله تعاليٰ صاف فرمايو تہ:

"اي موسيٰ! مان پنهنجي تجليءَ جو ٿورڙو اظهار هن پهاڙ تي ڪريان ٿو ڏس تہ ان جو ڪهڙو حال ٿئي ٿو ۽ جيڪڏهن ان کي ڏسي سگهين ٿو. جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي ربوبيت جو ٿورڙو اظهار انهي ٽڪريءَ تي ڪيو تہ اها ٽڪري ان ئي وقت سڙي خاڪ ٿي وئي ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام تجلي جو تاب نہ سهي بيهوش ٿي ڪري پيو.

هڪڙي پاسي حضرت موسيٰ عليہ السلام تہ الله تعاليٰ جي ٿورڙي تجلي کي برداشت ڪري ڪونہ سگهيو ۽ ٻئي پاسي ٻنهي جهانن جي مالڪ جي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو شان ڏسوتہ عرش معليٰ مٿان الله تعاليٰ جي جلوي کي بنا پردي جي ڏسن ٿا ۽ اک بہ نٿا چنيين؛ ۽ ان ڳالهہ جي شاهدي خود الله سائين پاڻ ڏئي رهيو آهي. سبحان الله! اسان جي آقا ۽ موليٰ حضور نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڪهڙو تہ شان آهي.

(29) يٰاَيُّهَا النَّبِی٥ يٰاَيُّهَا الْمُزَّمِّلُ٥ يٰاَيُّهَا الْمُدَّثِّرُ٥

ترجمو: اي غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ (نبي). اي چادر ڍڪيندڙ. اي ڪمبل ڍڪڻ وارا.

جڏهن اسان ڪنهن ماڻهوءَ جي گهڻي عزت ڪندا آهيون ۽ ان ماڻهوءَ کي سڏ ڪندا آهيون تہ اسان ان جو نالو وٺي ڪونہ سڏيندا آهيون، بلڪ ان جي امتياز ۽ عهدي جي حساب سان سڏيندا آهيون: جيئن ڊاڪٽر صاحب، وڪيل صاحب، ڊپٽي صاحب، شيخ صاحب يا سيد صاحب وغيره.

الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ باقي نبين سڳورن کي انهن جي نالن سان سڏيو آهي. جيئن يانوح، يا ابراهيم، يا موسيٰ، يا عيسيٰ. مگر جتي بہ حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي پڪاريو ويو آهي تہ يٰاَيُّهَاالنَّبِي، يٰاَيُّهَاالمُزَملُ، يٰاَيُّهَاالمُدَثرُ ڪري مخاطب ڪيو آهي. هاڻي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شان جو اندازو لڳايو تہ الله پاڪ خود ڪيتري عزت سان ڪين سڏي رهيو آهي يا مخاطب ٿي رهيو آهي، تہ پوءِ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي غلامن يعني اسان امتين تي انتهائي لازمي ۽ ضروري آهي تہ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو نالو مبارڪ وٺڻ وقت وڏي احترام ۽ عزت کي دل ۾ رکي ڪري ڳالهايون، ائين نہ ٿئي تہ غلطي سبب محبوب جو محب ناراض ٿي وڃي.

انهيءَ ڪري اسان بہ جڏهن حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ذڪر ڪريون تہ نالو وٺي نہ پر سندن لقبن سان ڪين سڏيون. جيئن منهنجا سائين، منهنجا آقا، يا حبيب ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم، ۽ يا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم (هن مان قرآن شريف جي وسيلي ثابت ٿيو تہ يا محمّد چوڻ نہ کپي ۽ نہ لکجي، بلڪ يا رسول الله، يا حبيب الله چئجي ۽ لکجي. سنڌيڪار). الله جي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو آهي تہ جڏهن ڪنهن غيرمسلم سان ڳالهہ ٻولهہ ڪيوتہ ائين چئوتہ اسان جي نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هيئن فرمايو آهي............ اهڙن محبت ۽ عقيدت وارن لفظن ۽ لقبن سان ياد ڪرڻ وارو عمل اهلِ ذوق و شوق عاشقن ۽ عقيدتمندن ۽ محبت ڪندڙن کان ظاهر آهي.

(30) وَالضُّحٰى ۙ وَالَّيْلِ اِذَا سَجٰى ۙ مَا وَدَّعَكَ رَبُّكَ وَمَا قَلٰى ؕ وَلَلْاٰخِرَةُ خَيْرٌ لَّكَ مِنَ الْاُوْلٰى ؕ وَلَسَوْفَ يُعْطِيْكَ رَبُّكَ فَتَرْضٰى ؕ (الضحيٰ 1 ـ 5)

ترجمو: ڪچڙي منجهند جو قسم. ۽ رات جو جڏهن پردو وجهي. جو توکي تنهنجي رب نہ ڇڏيو ۽ نہ ئي توکي ناپسند ڄاتائين. ۽ بيشڪ هر پوئين (گهڙي) تنهنجي واسطي اڳين کان بهتر آهي. ۽ بيشڪ قريب آهي جو تنهنجو رب توکي ايترو ڏيندو جو تون راضي ٿي ويندين.

وَاَمَّا بِنِعْمَةِ رَبِّكَ فَحَدِّثْ 0 (سورت الضحيٰ آيت 11)

ترجمو: ۽ پنهنجي رب جي نعمت جو خوب چرچو (بيان) ڪر.

هي آيتون سڳوريون سورت الضحيٰ جون آهن جيڪي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مڪي زندگي ۾ نازل ٿيون. جتي پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي مسلسل تڪليفن جو منهن ڏسڻو پئي پيو. الله الله! مالڪ سائين پنهنجي محبوب کي چئي ٿوتہ تنهنجو رب توکي انهي حالت ۾ نہ ڇڏيندو پر ايترو عطا ڪندو جو توهان راضي ۽ خوش ٿي ويندا.

عطا تہ ان وقت بہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي گهٽي هئي مگر جنهن جو واعدو ڪيو ويو اها يقيني طور عظيم کان عظيم تر هوندي الله تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي جيڪو ڪجهہ عطا ڪيو ۽ ان کان پوءِ قيامت (ابد) تائين جيڪو عطا ڪندو ان جو خيال ڪرڻ بہ اسان جي لاءِ ممڪن ڪونہ آهي؛ صرف ايتروئي چئي سگهون ٿا تہ جڏهن عطا ڪرڻ وارو رب العزت ۽ وٺي ڪري راضي ٿيڻ وارو رب جو محبوب هجي تہ اها عطا نهايت ئي عظيم هوندي. الله تعاليٰ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي اهو بہ فرمائي رهيو آهي تہ پاڻ تي الله تعاليٰ طرفان ٿيندڙ عطائن (مهربانين) جو چرچو ڪريو تہ الله تعاليٰ مٿانئن ڪيترو مهربان آهي. اهو رتبو ڪنهن ٻئي انسان يا نبي کي ڪونہ مليو آهي. الله تعاليٰ صرف حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان ئي واعدو ڪيو آهي تہ کين مقام محمود عطا فرمائيندو ۽ آيت "وَلَسَوفَ يُعطِيكَ رَبِّكَ فَتَرضيٰ" کان وڌيڪ الله تعاليٰ جي مهرباني جي ڪائي آيت ڪونہ آهي ۽ ان جي اصل حقيقت قيامت ڏينهن ظاهر ٿيندي تہ الله تعاليٰ ٻنهي جهانن جي

سردار صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي ڪهڙيون مهربانيون ڪرڻ فرمائي ٿو.

(31) اَلَمْ نَشْرَحْ لَكَ صَدْرَكَ ۝ وَوَضَعْنَا عَنْكَ وِزْرَكَ ۝ الَّذِىٓ اَنْقَضَ ظَهْرَكَ ۝ وَرَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ ۝ (سورت الم نشرح آيت 1 ـ 4)

ترجمو: ڇا اسان تنهنجو سينو ڪشادو ڪونہ ڪيو. ۽ توکان تنهنجو اهو بار لاهي ورتو. جنهن تنهنجي پٺي ٽوڙي هئي. ۽ اسان تنهنجي واسطي تنهنجي ذڪر کي بلند ڪري ڇڏيو.

هي آيتون سڀوريون بہ مڪي پاڪ ۾ نازل ٿيون. اهو نهايت ڏکيائي جو زمانو هيو ۽ سيني طرفن کان ماڻهو حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا جاني دشمن ٿي ويا هيا ۽ منصوبا ناهيندا هياتہ ڪنهن نموني سان آخري نبي کي قتل ڪري (نعوذ بالله) کين ختم ڪريون تہ جيئن سندن آندل دين اڳتي هلي نہ سگهي.

اهو زمانو جنهن ۾ صرف آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ماڻهو حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ هيا ۽ زماني جا باقي سيئي ماڻهو مخالف، مگر الله تعاليٰ ظاهرظهور ۽ وڏي واڪي اعلان ڪرڻ فرمايو تہ اسان تنهنجو ذڪر ۽ نالو مٿانهون ۽ ارفع ڪري ڇڏيو ۽ ڏسوتہ ڪيترو بلند ۽ ارفع آهي. اڄ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ اهڙي ڪابہ جاءِ ڪونہ آهي جتي پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نالي وٺڻ وارا ۽ سندن نالي مبارڪ تي قربان ٿيڻ وارا نہ هجن ۽ جتي پنج وقت الله جي نالي سان گڏ سندن نالو مبارڪ نہ پڪاريو ويندو هجي. مينارن ۽ مٿانهين جاين تان الله پاڪ جي نالي سان گڏ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو نالو مبارڪ پڪاريو ويندو آهي. جڏهن الله تعاليٰ پاڻ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نالي مبارڪ کي مٿانهون ۽ ارفع ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي تہ پوءِ اهو نالو مٿانهون ۽ ارفع ئي رهندو ۽ اهو اعلان ان وقت ڪيو ويو هيو جڏهن ماڻهن جي دل ۾ خيال بہ ڪونہ هيو تہ سندن هتي سان ستايل شخصيت جو قيامت تائين ايڏو قدر ۽ اهڙي وڏي تعظيم رهندي.

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نالي مبارڪ کي مٿانهون رکڻ لاءِ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پاڪ زندگي، سندن ڳالهين ۽ عملن (افعال) جي باري ۾ جيترا بہ ڪتاب لکيا ويا

آهن اهي ڳاڻاٽي کان ٻاهر آهن ۽ لکن کان بہ مٿي ڪروڙن ۾ پهچي ويا آهن. انهي قطار ۾ توهان کي ڪيترائي الله وارا، حديث جا ڄاڻو محققين، امام سڳورا (ائمہ مجتهدين)، صوفي سڳورا، تفسير جا صاحب ۽ فلسفي ملندا، جن اهي ڪتاب لکيا آهن.

پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ جي هر گهڙي ۽ سندن هر ادا کي لکي ظاهر ڪيو ويو آهي ۽ اهوبہ اهڙي تفصيل سان جو ان جو هزارون حصو بہ ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جي زندگي جي باري ۾ ڪونہ ملي سگهندو.

مٿانهين مرتبي جو اهوبہ هڪڙو مثال آهي تہ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ جو هر پاسو حديث، سوانح مبارڪن، جنگين، سيرت پاڪ، معجزن، عادتن ۽ اخلاق جي باري ۾ ڪتابن ۾ تفصيل سان ڄاڻايل آهي، جيڪو ڪنهن ٻئي ماڻهو يا ٻئي نبي سڳوري جي باري ۾ ڪونہ آهي. ان سان گڏ الله پاڪ فرمائي ٿوتہ اسان هدايت، معرفت، نبوت، ۽ علم ۽ حڪمت جي لاءِ تنهنجو سينو کولي ڇڏيو آهي ۽ ويڪرو ڪري ڇڏيو آهي، وسيع ڪيو آهي تہ جيئن ان ۾ نور ۽ علم سمائجي وڃن. هڪڙي پاسي حضرت موسيٰ عليہ السلام کي نبوت عطا ٿي تہ اهو الله تعاليٰ کي درخواست ٿو ڪري تہ اي منهنجا رب منهنجي سيني کي کولي ڇڏ ۽ ڪشادو ڪر (رَبِّ شْرَحۡ لِي صَدۡرِي) ۽ ٻئي پاسي رب العزت بنا گهرڻ جي پاڻمرادو حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو سينو مبارڪ کولي ڇڏي ٿو ۽ فرمائي ٿوتہ اسان تنهنجو سينو کولي ڇڏيو آهي. هاڻي ان سيني جي ويڪرائيءَ جو ڪير اندازو لڳائي سگهي ٿو جنهن کي خود رب العزت کوليو هجي.

32. اِنَّآ اَعۡطَيۡنٰكَ الۡكَوۡثَرَؕ۝ فَصَلِّ لِرَبِّكَ وَانۡحَرۡؕ۝ اِنَّ شَانِئَكَ هُوَ الۡاَبۡتَرُ۝

(سورت الڪوثر)

ترجمو: اي محبوب بيشڪ اسان توکي بيشمار خوبيون عطا فرمايون. پوءِ تون پنهنجي رب جي واسطي نماز پڙهہ ۽ قرباني ڪر. بيشڪ تنهنجو دشمن ئي هر خير کان محروم آهي.

هي ننڍڙي مڪي سورت اهڙو شاهڪار آهي جيڪو بي مثال ۽ لاجوب آهي. هن ۾ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو جيڪو شان

بيان ڪيو ويو آهي اهو نهايت اعليٰ آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿوتہ اي منهنجا محبوب (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) اسان توکي ڪوثر عطا ڪيو آهي. ڪوثر، ڪثرت يعني گهڻائي (ججهائي) مان نڪتل آهي. بيشڪ جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي عطا کي ياد ڪرائي رهيو آهي ۽ جنهن کي عطا ڪري رهيو آهي اها بہ هڪڙي عظيم شخصيت آهي تہ پوءِ اها عطا بہ واقعي نهايت وڏي هوندي. اها عطا ڪوثر يعني نهايت ئي گهڻي آهي. هتي جيڪڏهن اسان الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن شئي جو نالو کڻون تہ اها محدود هوندي لهٰذا عارف ان مان مراد الله جل شانهُ جي ذات ئي وٺندا آهن يعني الله تعاليٰ پنهنجي محبوب کي فرمائي رهيو آهي تہ مان تنهنجو ٿي ويس. لهٰذا اڳتي فرمايو ويو تہ تون منهنجي لاءِ نماز پڙهہ ۽ قرباني ڪر يعني تون منهنجو ٿي وڃ. ان سان گڏ اهو بہ فرمائي ڇڏيو تہ جيڪو توسان دشمني (ظاهري يا باطني) رکندو اهو زور بيڄڙو آهي. يعني اهو بارگاهہ رب العزت ۾ ذليل ۽ خوار ٿي ويو.

سبحان الله! هن ننڍڙي سورت ۾ الله تعاليٰ اهو فرمائي ڇڏيو آهي تہ اي منهنجا محبوب مان تنهنجو ٿي ويو آهيان ۽ تون بہ مڪمل طور منهنجو ٿي وڃ ۽ جيڪو تنهنجو نہ هوندو اهو منهنجو ڪيئن ٿي سگهندو. ان کان علاوه حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هر شئي ۾ حُسن آهي ۽ خوبين جي ايتري گهڻائي آهي جو ڪنهن جي خيال ۽ سوچ جي دائري ۾ اچڻ ممڪن ڪونہ آهي.

عَسٰٓى اَنْ يَّبْعَثَكَ رَبُّكَ مَقَامًا مَّحْمُوْدًا٥ (بني اسرئيل آيت 79)

ترجمو: قريب آهي جو توکي تنهنجو رب اهڙي جاءِ تي بيهاري جتي سمورا تنهنجي تعريف ڪن.

الله تعاليٰ جي سڀني کان گهڻي تعريف ڪرڻ وارا آقا ۽ موليٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم (احمد) آهن ۽ الله تعاليٰ کان پوءِ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سڀني کان گهڻي تعريف ڪئي ويندي آهي ۽ تعريف جي قابل (محمد) آهن. مگر اڄ جي دور ۾ ڪجهہ اهڙا ماڻهو بہ آهن جيڪي جهالت جي ڪري پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعريف ڪرڻ کان محروم آهن پر خود الله تعاليٰ جڏهن پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي اهڙي جاءِ تي پهچائيندو تہ جيئن سموري

مخلوق حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مقام کي سڃاڻي سگهي تہ سپ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم (محمود) جي تعريف ۽ حمد ڪرڻ لڳي ويندا يعني "بعد از خدا بزرگ توئي" جو ظاهري مقام.

33. قُلْ اِنَّمَآ اَنَا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ يُوْحٰٓى اِلَيَّ اَنَّمَآ اِلٰهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ (سورت الڪهف آيت 110)

ترجمو: تون فرماءِ (ظاهري) بشري صورت ۾ تہ مان توهان جهڙو آهيان منهنجي طرف وحي ايندو آهي تہ توهان جو معبود هڪڙوئي آهي.

وَمَا كَانَ لِبَشَرٍ اَنْ يُّكَلِّمَهُ اللّٰهُ اِلَّا وَحْيًا اَوْ مِنْ وَّرَآءِ حِجَابٍ اَوْ يُرْسِلَ رَسُوْلًا فَيُوْحِيَ بِاِذْنِهٖ مَا يَشَآءُ اِنَّهٗ عَلِيٌّ حَكِيْمٌ ٥ (سورت الشوريٰ آيت 51)

ترجمو: ۽ ڪنهن انسان کي نٿو پهچي جو الله ان سان گفتگو فرمائي مگر وحي ذريعي يا ائين جو انسان پرده عظمت کان ٻئي پاسي هجي يا ڪو ملائڪ موڪلي جو اهو ان جي حڪم سان وحي ڪري جيڪي اهو چاهي، بيشڪ اهو بلندي ۽ حڪمت وارو آهي.

انهن مٿي بيان ڪيل آيتن سڳورين ۾ ڪيترين ئي ڳالهين جي وضاحت ڪئي وئي آهي. هڪڙي اها تہ سڀئي نبي ۽ رسول سڳورا بشري لباس ۾ تشريف ڪٺي آيا مگر گڏوگڏ انهن جي شان کي باقي انسانن کان الڳ ڏيکاريو ويو آهي. گڏيل صفت يعني بشريت تي ابوجهل ۽ ابولهب جي نظر بيهي ويندي هئي ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ ٻين اصحابن سڳورن رضوان الله تعاليٰ عنهم جي نظر امتيازي خصوصيت يعني "يوحيٰ اليٰ" تي ويندي هئي. ڪابہ شئي پنهنجي گڏيل خصوصيت سان ڪونہ سڃاتي ويندي آهي بلڪ امتيازي خصوصيت سان سڃاتي ويندي آهي؛ جيڪا خصوصيت حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۾ بشريت سان گڏ مٿانهين درجي تي آهي. اهوبہ بيان فرمايو ويو آهي تہ انهن جو باقي انسانن کان اهو امتياز آهي تہ انهن تي الله جي طرفان وحي ۽ پيغام موڪليو ويندو آهي. البت رسولن ۾ بہ ان پيغام جي طريقي ۾ مختلف درجا آهن. انهن مان ڪجهہ اهڙا آهن جن سان الله تعاليٰ صرف ملائڪن جي ذريعي ئي ڪلام ڪندو آهي يعني ڪنهن واسطي سان ، نہ کي بنا واسطي جي. ٻئي درجي تي اهڙا نبي سڳورا آهن جن سان الله تعاليٰ بنا واسطي جي پاڻ ڪلام

ڪندو آهي مگر حجاب جي پردي ۾ رهي ڪري، جيئن قرآن شريف ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي باري ۾ آيل آهي. سڀ کان اعليٰ درجي تي اهي نبي سڳورا آهن جن سان الله تعاليٰ بنا حجاب جي ڪلام ڪيو آهي ۽ بنا حجاب جي بنا واسطي جي وحي فرمائي آهي. جيئن النجم سورت جي آيت نمبر 10 ۾ "فَاَوحيٰ اِليٰ عَبدِهٖ مَآ اَوحيٰ" (پوءِ وحي فرمايائين پنهنجي ٻانهي جي طرف جو ڪجهہ وحي فرمايائين). ظاهر آهي تہ اها وحي ڪرڻ وارو اهوئي ٿي سگهي ٿو پيغمبر جنهن جو ٻانهو هوندو. لهٰذا اهو ذاتِ الاهي کان سواءِ ڪير بہ نٿو ٿي سگهي.

انهن آيتن مان اها ڳالهہ ظاهر ٿي وڃي ٿي تہ بيشڪ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بشري صورت ۾ هئا مگر اهڙا جو الله تعاليٰ ساڻن بنا حجاب ۽ بغير ڪنهن واسطي جي هم ڪلام ٿئي ٿو. ايڏو وڏو شان جو اسان عاجز ناچيز ۽ گناهگار انسانن جو ان سان ڪهڙو تناسب ٿي سگهي ٿو. اسان تہ سندن وسيلي جا ٿي گهرجائو آهيون. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي تہ هر شئي بي مثل آهي. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذات مبارڪ بي مثل، معراج بي مثل، صفتون بي مثل، رسالت بي مثل، جماعت بي مثل، گهر واريون بي مثل، اولاد بي مثل، امت بي مثل، ۽ ميثاق بي مثل ۽ ڪتاب بي مثل.

بشريت جي مشابهت سان گڏ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اڻ ڪٿ امتيازي شان جي باري ۾ ڪهڙي ڳالهہ ڪجي:

34. مَا كَانَ مُحَمَّدٌ اَبَآ اَحَدٍ مِّنْ رِّجَالِكُمْ وَلٰكِنْ رَّسُوْلَ اللهِ وَخَاتَمَ النَّبِيّٖنَ وَكَانَ اللهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمًا۝ (سورت احزاب آيت 40)

ترجمو: محمد توهان جي مردن مان ڪنهن جو بہ پيءُ نہ آهي پر الله جو رسول آهي ۽ سمورن نبين ۾ آخري (پويون آهي) ۽ الله سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٿو.

اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ دِيْنَكُمْ وَاَتْمَمْتُ عَلَيْكُمْ نِعْمَتِيْ وَرَضِيْتُ لَكُمُ الْاِسْلَامَ دِيْنًا۝ (سورت المائده آيت 3)

ترجمو: اڄ مان توهان جي واسطي توهان جو دين ڪامل ڪري ڇڏيو ۽ توهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪئي ۽ توهان جي واسطي اسلام کي دين پسند ڪيو.

شروع کان نبي سڳورا الله تعاليٰ جا حڪم لاڳو ڪرائڻ ۽ ڪنهن نہ ڪنهن طرح سان انهن جي وضاحت لاءِ ايندا رهيا تان جو نبي آخرزمان حضرت محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تشريف آوري ۽ بعثت ٿي تہ الله تعاليٰ پنهنجن سمورن پيغامن ۽ احڪامن کي مڪمل طور نازل فرمائي ڇڏيو ۽ دين مبين جي خوشخبري ٻڌائي ڇڏي جيئن تہ الله تعاليٰ جا سمورا احڪام نازل ٿي ويا انهيءَ ڪري حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي باقي ظاهري زندگي مبارڪ ۾ بہ ان کان پوءِ قرآن شريف جي آيتن جو نزول ڪونہ ٿيو. ظاهر آهي تہ الله تعاليٰ جڏهن پنهنجي دين کي قيامت تائين جي لاءِ مڪمل ڪري ڇڏيو آهي تہ هاڻي ڪنهن وڏيڪ پيغام آڻڻ واري (رسول) يا خبر ٻڌائڻ واري (نبي) جي ضرورت نٿي رهي. الله تعاليٰ انهيءَ ڪري پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ فرمايو تہ اهي آخري نبي آهن.

35. لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِيْ رَسُوْلِ اللّٰهِ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ لِّمَنْ كَانَ يَرْجُوا اللّٰهَ وَالْيَوْمَ الْاٰخِرَ وَذَكَرَ اللّٰهَ كَثِيْرًا۝ (سورت الاحزاب آيت 21)

ترجمو: بيشڪ توهان جي واسطي رسول الله جي پيروي بهتر آهي، ان جي واسطي جيڪو الله ۽ آخرت جي ڏينهن جي اميد رکندو هجي ۽ الله کي گهڻو ياد ڪري.

لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِيْهِمْ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ لِّمَنْ كَانَ يَرْجُوا اللّٰهَ وَالْيَوْمَ الْاٰخِرَ وَمَنْ يَّتَوَلَّ فَاِنَّ اللّٰهَ هُوَ الْغَنِيُّ الْحَمِيْدُ۝ (سورت الممتحنه آيت 6)

ترجمو: بيشڪ توهان جي واسطي انهن ۾ سهڻو نمونو هو ان جي واسطي جيڪو الله ۽ آخرت جي ڏينهن جو اميدوار هجي ۽ جيڪو منهن ڦيري پوءِ بيشڪ الله ئي بي نياز ۽ سموريون خوبين (سان) ساراهيل آهي.

انهن ٻنهي آيتن ۾ الله تعاليٰ صاف طور ۽ کولي بيان ڪرڻ فرمايو آهي تہ ان جي بارگاهہ ۾ اهوئي عمل پسند هوندو جيڪو ان جي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي، طريقي ۽ اسوه حسنہ مطابق هوندو جنهن کي اسلامي اصطلاح ۾ "سنت" چوندا آهن. ان سان گڏ اهو بہ فرمائي ڇڏيو تہ ڪير بہ انهي پيروي کان منهن موڙي ٿو تہ ان کي خبر هجڻ گهرجي تہ اهو پنهنجوئي نقصان ڪري رهيو آهي. ڇوتہ الله تعاليٰ تہ بي پرواهہ آهي.

جيڪڏهن ڪوئي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پيروي کان منهن موڙي ٿوتہ اهو پاڻ ئي ٽوٽي ۾ هوندو. اهو منهن موڙڻ چاهي پنهنجي عقل جي زور تي هجي يا تڪبر ۽ غرور ڪري، پنهي طرح سان اڻ وٽندڙ آهي. چوتہ الله تعاليٰ جي بارگاه ۾ ڪنهن بہ ڳالهہ جي پسند هجڻ يا اڻ وٽندڙ هجڻ جو معيار رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اسوه حسنہ جي مطابقت ۾ آهي.

36. وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ ٥ (سورت الانبياء آيت 107)

ترجمو: ۽ اسان توکي نہ موڪليو مگر رحمت سموري جهان جي واسطي ڪري.

هي آيت سڳوري پنهنجو پاڻ ايترو واضح آهي جو عقلمند انسان چڱي نموني سمجهي سگهي ٿوتہ محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رحمت هر ان دنيا (عالم) لاءِ آهي جنهن تي الله تعاليٰ جي ربوبيت جو اطلاق ٿئي ٿو. بيشڪ ڪيتريون ئي دنيائون (عالم) آهن. ان جو علم الله تعاليٰ کي ئي آهي. اسان جي هن ڌرتيءَ جي گولي تي بہ هر شي تي الله تعاليٰ جي ربوبيت جو اطلاق ٿئي ٿو. جيئن هن ڳالهہ جي دائري کي سمجهڻ اسان جي عقل کان مٿي آهي تہ الله تعاليٰ جي ربوبيت جي حد ڪيتري آهي، اهڙيءَ طرح اسان ان جي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رحمت جو اندازو لڳائڻ کان بہ قاصر آهيون. ان مان توهان اهوبہ سمجهي سگهو ٿاتہ جنهن جو اهو مقام هجي اهو بشريت ۾ اسان جهڙو هجڻ جي باوجود باقي سموري مخلوق کان ڪيترو مٿانهون ۽ ممتاز هوندو. اها رحمت اڄ بہ اهڙي طرح جاري ۽ ساري آهي جيئن اڄ کان چوڏهن سو سال اڳ هئي. سدائين رهي آهي ۽ سدائين رهندي.

فَبِمَا رَحْمَةٍ مِّنَ اللّٰهِ لِنْتَ لَهُمْ (سورت آل عمران آيت 159)

ترجمو: پوءِ ڪهڙي نہ الله جي مهرباني آهي جو اي محبوب توهان انهن لاءِ نرم ٿيو.

37. اِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا ٥ (سورت الاحزاب آيت 56)

ترجمو: بيشڪ الله ۽ ان جا ملائڪ درود موڪلين ٿا هن نبي (غيب ٻڌائيندڙ) تي اي ايمان وارو! ان (محبوب) تي درود پڙهو ۽ خوب سلام موڪليو.

الله الله! اسان جي آقا ۽ موليٰ جو ڪيڏو شان آهي جيڪو مخلوق مان نہ ڪنهن کي مليو آهي ۽ نہ وري ملي سگهي ٿو. ڇوتہ ڪائنات جو خالق الله تعاليٰ سمورن ملائڪن سان گڏ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذڪر ۾ مشغول آهي۽ ان تي درود موڪلي رهيو آهي ۽ ابد تائين موڪليندو رهندو. الله تعاليٰ مؤمنن کي بہ حڪم فرمائي رهيو آهي تہ توهان بہ منهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي درود ۽ سلام موڪليو. اها سمجهڻ جي ڳالهہ آهي تہ الله تعاليٰ جي فرمان مطابق مؤمن ئي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي ڪثرت سان درود موڪليندا ۽ ڪثرت سان درود ۽ سلام پڙهڻ وارا ئي مؤمنن مان هوندا، جڏهن تہ ٻين کي اهڙي توفيق حاصل ڪونہ هوندي، درود ۽ سلام جي برڪت ظاهر ظهور آهي. ان جي پڙهڻ وارا ان جماعت ۾ شامل ٿي ويندا آهن جيڪا الله تعاليٰ جي همراهيءَ ۾ ساڳو ڪم ڪري رهي آهي. جيڪو ڪم الله تعاليٰ پاڻ ڪري رهيو آهي ان سان گڏ انهيءَ ڪم ۾ شامل ٿيڻ ڪري فيض ۽ برڪت جو ڪاٿو لڳائڻ مشڪل آهي. ان کان اڃا ٻيو ڪو سنو ذڪر ڪهڙو ٿي سگهي ٿو ۽ ان بشريت جي لباس ۾ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عظمت جو اندازو ڪير لڳائي سگهي ٿو. نماز ۽ درود تہ ڏاري ٻوليءَ جا لفظ آهن. عربي ۾ تہ ٻنهيءَ لاءِ هڪڙوئي لفظ "صَلُّوا" آهي، سبحان الله!

درود شريف عادت طور پڙهيو وڃي يا محبت ۽ تعظيم سان، ان جو ثواب حضور پرنور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مرتبي ۽ الله تعاليٰ جي ڪرم جي مطابق ملندو آهي. جيڪڏهن درود شريف پڙهڻ جو مقصد حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي محبت ۽ تعظيم هجي تہ ان جو نور چمڪندو. پر جيڪڏهن مقصد ذاتي فائدو هجي تہ اهو شخص ڳچهو آهي ۽ ثواب گهٽجي ويندو. پر جيڪڏهن اهو سمجهي تہ ان درود پڙهڻ سان حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي فائدو ٿيندو تہ ان جو نہ تہ الله تعاليٰ سان ڪو واسطو آهي نہ ان کي پهچندو. تسبيح ڪرڻ سان الله تعاليٰ

ڪي ڪوبہ فائدو ڪونہ آهي بلڪ اسان جو پنهنجوئي فائدو آهي. اهڙيءَ طرح سان درود شريف پڙهڻ سان سرڪار صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو فائدو ڪونہ آهي بلڪ خاص طور اسان جي ئي فائدي لاءِ آهي. حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اسان تي تمام گهڻا ۽ بي پناهہ احسان ۽ ڪرم آهن. درود شريف پڙهڻ احسان مڃڻ جو اظهار آهي. انهن جي ذات پاڪ اسان جي درود ۽ سلام پڙهڻ جي محتاج ڪونہ آهي. صلوات و سلام پڙهڻ جو فائدو صلوات و سلام پڙهڻ واري کي ئي ٿيندو آهي. اهو عقيدي جي پختگي، نيت جي خلوص، محبت جي اظهار ۽ احترام جي ڪري هوندو آهي؛ ۽ ان تعلق سان هوندو آهي جيڪو حضور پورنور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان ۽ ان جي احسانن کي سامهون رکي ڪيو ويندو آهي.

مٿي جيڪو ڪجهہ بہ بيان ڪيو ويو آهي ان جو مقصد اهو ظاهر ڪرڻ آهي تہ خالق ۽ مالڪ جي نگاهہ ۽ بارگاهہ ۾ پنهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪيتري عظمت ۽ مقام آهي تہ جيئن هر مسلمان جي دل ۾ ان جي محبت ۽ تعظيم اجاگر ۽ تيز ڪئي وڃي. جيڪا بہ گهڙي محبت کان سواءِ گذري وڃي ٿي، اها گهڙي ۽ اهو شخص روح کان سواءِ رهجي وڃن ٿا. محبت ڪرڻ وارن محبت جي حقيقت ۽ ان جي معنيٰ جون مختلف تعبيرون ڪيون آهن. اهي تعبيرون محبت جو نتيجو آهن، محبت جي حقيقت نہ. هر ماڻهو ان کي سمجهي نٿو سگهي جيستائين اهو پاڻ وجد جي ذريعي ان کي حاصل نہ ڪري. سٺا اخلاق يا احسان محبت جو سبب آهن. اهي سڀ اسان جي آقا ۽ موليٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۾ نهايت اعليٰ پيماني تي پاتا وڃن ٿا. محبت جي تقاضا آهي تہ اسان طرفان ڪيترو بہ گهڻو هجي ان کي ٿورو سمجهيو وڃي ۽ محبوب جي طرفان جيترو بہ ٿورو هجي ان کي گهڻو سمجهيو وڃي. حضور پورنور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي پنهنجي جان ۽ هر شي کان پيارو سمجهجي ۽ پنهنجو پاڻ کي ان جي ملڪيت تصور ڪجي. ان کان علاوه ان جا جيڪي پيارا آهن انهن کي بہ پنهنجو پيارو سمجهجي. جيئن پاڪ اهلبيت عليهم السلام، اصحابي سڳورا رضوان الله تعاليٰ عليهم ۽ ٻيا محب ڪرڻ وارا.

محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت تي عمل ڪندي زندگي گذارڻ ئي حقيقي محبت جي نشاني آهي. ان کان علاوه جڏهن بہ آقا ۽ موليٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذات پاڪ ۽ نالي مبارڪ جو ذڪر ٿئي تہ دل ۽ جان کي ان جي لذت سان ٻهڪندڙ ڪري ڇڏجي. قرآن شريف سان محبت بہ الله تعاليٰ جي خوف ۽ محبوب پاڪ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان محبت جو اظهار آهي. ائين حديثن مبارڪن جو احترام ڪرڻ بہ محبت جي نشاني آهي.

38. ان کان علاوه قرآن شريف جون ڪيتريون آيتون اهڙيون آهن جن ۾ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو شان ۽ عظمت اشارن ۾ بيان ۽ ظاهر ڪيا ويا آهن. ڊيگهہ جي خوف کان انهن کي هن ڪتاب ۾ شامل نٿو ڪري سگهجي. مگر خالقِ ڪائنات جي نظر ۾ آقاءِ نامدار هادي برحق ۽ خدا جي محبوب حضرت محمّد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو شان ڪهڙو آهي اهو مٿي بيان ڪيل آيتن مان سمجهہ ۾ اچي وڃي ٿو.

حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي امت ۽ عاشقن لاءِ تہ سڀ ڪجهہ آهن، پر حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذات مبارڪ ۽ نالي مبارڪ سان جيڪا بہ شي تعلق رکندڙ هجي انهن عاشقن کي ان سان بہ پيار ٿي ويندو آهي.

حضور صلی الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عاشقن ڇا تہ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي:

خاکِ طیبہ از دوعالم بہتر است
آں خنک شہرے کہ آنجا دلبر است
بہ مصطفیٰ برساں خویش را کہ دیں ہمہ اواست
اگر بہ او نہ رسیدی تمام بولہبی است۔
علامہ اقبال مرحوم

-----

میں خاکِ کفِ پائے سگِ مدینہ
تو رحمتِ یکتا ہے سلطانِ دو عالم۔
یوسف ظفر مرحوم

-----

فدائے نقشِ نعلینت جبینم
از ایں بہتر مصلائے نہ بینم۔
امین حزین

-----

چوں سوئے من گزر آری منے مسکین زناداری
فدائے نقشِ نعلینت کنم جاں یارسول اللہ۔
جامی رحمت اللہ تعالیٰ علیہ

-----

غالب ثنائے خواجہ بہ یزداں گذاشتیم
کہ آں ذاتِ پاک مرتبہ دانِ محمدؐ است۔
اسداللہ غالب

-----

درِ مصطفیٰ پہ جو سر رکھا تو ندا دی ہاتفِ غیب نے
تیرے وہ بھی سجدے ادا ہوئے جو قضا ہوئے تھے نماز میں۔

-----

# نعت شریف

| | | |
|---|---|---|
| تنم فرسوده جاں پاره | | زِ ہجراں یارسول اللہ |
| دلم پُر درد آواره | | زِعصیاں یارسول اللہ |
| چوں سوئے من گذر آری | | من مسکین زِ ناداری |
| فدائے نقشِ نعلینت | | کنم جاں یارسول اللہ |
| زِ کرده خویش حیرانم | | سیاه شد زو زِ عصیانم |
| پشیمانم پشیمانم | | پشیماں یارسول اللہ |
| زِ جامِ حب تو مستم | | بہ زنجیرِ تو دل بستم |
| نمی گویم کہ من ہستم | | سخن داں یارسول اللہ |
| چوں بازوئے شفاعت را | | کشائیؑ بر گناہگاراں |

مکن محروم جامی را

دراں آں یارسول اللہ

مولانا عبدالرحمان جامی

# قصیدہ بردہ شریف

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی سَیِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ النَّبِیِّ الْاُمِّیِّ وَعَلٰی آلِہٖ
وَاَصْحَابِہٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ ۝

| | |
|---|---|
| اَلْحَمْدُ لِلّٰہِ مُنْشِیِ الْخَلْقِ مِنْ عَدَمٖ<br>مَوْلَایَ صَلِّ وَسَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا | ثُمَّ الصَّلٰوۃُ عَلَی الْمُخْتَارِ فِی الْقِدَمٖ<br>عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ کُلِّھِمٖ |
| مُحَمَّدٌ سَیِّدُ الْکَوْنَیْنِ وَالثَّقَلَیْنِ | وَالْفَرِیْقَیْنِ مِنْ عُرْبٍ وَّمِنْ عَجَمٖ |
| نَبِیُّنَا الْاٰمِرُ النَّاھِیْ فَلَآ اَحَدٌ | اَبَرَّ فِیْ قَوْلِ لَا مِنْہُ وَلَا نَعَمٖ |
| ھُوَ الْحَبِیْبُ الَّذِیْ تُرْجٰی شَفَاعَتُہٗ | لِکُلِّ ھَوْلٍ مِّنَ الْاَھْوَالِ مُقْتَحِمٖ |
| دَعَآ اِلَی اللّٰہِ فَالْمُسْتَمْسِکُوْنَ بِہٖ | مُسْتَمْسِکُوْنَ بِحَبْلٍ غَیْرِ مُنْفَصِمٖ |
| فَاقَ النَّبِیّٖنَ فِیْ خَلْقٍ وَّفِیْ خُلُقٍ | وَّلَمْ یُدَانُوْہُ فِیْ عِلْمٍ وَّلَا کَرَمٖ |
| فَھُوَ الَّذِیْ تَمَّ مَعْنَاہُ وَصُوْرَتُہٗ | ثُمَّ اصْطَفَاہُ حَبِیْبًا بَارِئُ النَّسَمٖ |
| اَعْیَ الْوَرٰی فَھْمُ مَعْنَاہُ فَلَیْسَ یُرٰی | لِلْقُرْبِ وَالْبُعْدِ فِیْہِ غَیْرُ مُنْفَحِمٖ |
| کَالشَّمْسِ تَظْھَرُ لِلْعَیْنَیْنِ مِنْ بُعُدٍ | صَغِیْرَۃً وَّتُکِلُّ الطَّرْفَ مِنْ اَمَمٖ |
| اَکْرِمْ بِخَلْقِ نَبِیٍّ زَانَہٗ خُلُقٌ | بِالْحُسْنِ مُشْتَمِلٍ بِالْبِشْرِ مُتَّسِمٖ |
| کَالزَّھْرِ فِیْ تَرَفٍ وَّالْبَدْرِ فِیْ شَرَفٍ | وَّالْبَحْرِ فِیْ کَرَمٍ وَّالدَّھْرِ فِیْ ھِمَمٖ |
| اَبَانَ مَوْلِدُہٗ عَنْ طِیْبِ عُنْصُرِہٖ | یَا طِیْبَ مُبْتَدَاٍ مِّنْہُ وَمُخْتَتَمٖ |
| اَقْسَمْتُ بِالْقَمَرِ الْمُنْشَقِّ اِنَّ لَہٗ | مِنْ قَلْبِہٖ نِسْبَۃً مَّبْرُوْرَۃَ الْقَسَمٖ |

| | | |
|---|---|---|
| تَبَارَكَ اللّٰهُ مَا وَحيٌ بِمُكتَسَبِ | | وَّلَا نَبِيٌّ عَلٰى غَيبٍ بِمُتَّهَمِ |
| يَآ اَكرَمَ الخَلقِ مَالِي مَن اَلُوذُبِهٖ | | سِوَاكَ عِندَ حُلُولِ الحَادِثِ العَمَمِ |
| وَلَن يَّضِيقَ رَسُولَ اللّٰهِ جَاهُكَ بِي | | اِذَا الكَرِيمُ تَجَلّٰى بِاسمِ مُنتَقِمِ |
| وَائذَن لِّسُحبِ صَلٰوةٍ مِّنكَ دَآئِمَةٍ | | عَلَى النَّبِيِّ بِمُنهَلٍ وَّمُنسَجِمِ |
| وَالاٰلِ وَالصَّحبِ ثُمَّ التَّابِعِينَ لَهُم | | اَهلِ التُّقٰى وَالنُّقٰى وَالحِلمِ وَالكَرَمِ |
| ثُمَّ الرِّضَا عَن اَبِي بَكرٍ وَّعَن عُمَرَ | | وَعَن عَلِيٍّ وَّعَن عُثمَانَ ذِالكَرَمِ |
| فَاغفِر لِنَاشِدِهَا وَاغفِر لِقَارِئِهَا | | سَاَلتُكَ الخَيرَ يَاذَا الجُودِ وَالكَرَمِ |

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيتَ
عَلٰى سَيِّدِنَا اِبرَاهِيمَ وَعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا اِبرَاهِيمَ اِنَّكَ حَمِيدٌ مَّجِيدٌ٥

اَللّٰهُمَّ بَارِك عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكتَ
عَلٰى سَيِّدِنَا اِبرَاهِيمَ وَعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا اِبرَاهِيمَ اِنَّكَ حَمِيدٌ مَّجِيدٌ٥



جنت البقیع قبل از شہادت روضہاءِ مبارکہ



جنت البقیع بعد از شہادت روضہاءِ مبارکہ